مَنۡ يُّرِدِ اللهُ بِهٖ خَيۡرًا يُّفَقِّهۡهُ فِي الدِّيۡنِ (الحديث)

(جنهن سان الله تعالىٰ ڀلائيءَ جو ارادو فرمائي ٿو ته ان کي دين ۾ سمجهه عطا ڪري ٿو)

# اسلاميات

## ستين ڪلاس لاءِ


سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو

تيار ڪندڙ: سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄام شورو
منظور ٿيل: صوبائي محڪمہ تعليم و خواندگي ، حڪومت سنڌ
بمراسلہ نمبر ايس او (جي. آءِ)اِي. ائنڊ ايل/ ڪريڪيولم 2014 گورنمينٽ آف سنڌ ايجوڪيشن
اينڊ لٽريسي ڊپارٽمينٽ بتاريخ 3 ڊسمبر 2015
صوبائي ڪميٽي براءِ جائزه ڪتب بيورو آف ڪريڪيولم ۽ توسيع تعليم ونگ سنڌ ڄام شورو جو تصحيح ٿيل
سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ اسلاميات جو واحد درسي ڪتاب

نگرانِ اعلىٰ: آغا سهيل احمد (چيئرمين سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄام شورو)

نگران: عبدالباقي ادريس السندي

مُصنّفين: پروفيسر ڊاڪٽر مختيار احمد ڪانڌڙو

سنڌيڪار: ابو واصف پيٽو

ايڊيٽر: ڊاڪٽر پروفيسر خليل احمد ڪورائي

## صوبائي جائزه ڪميٽي

☆ پروفيسر ڊاڪٽر ثناءُالله پيٽو ☆ پروفيسر ڊاڪٽر خليل احمد ڪورائي

☆ پروفيسر محمد ابراهيم ٻرڙو ☆ پروفيسر عطامحمد ڏيٽو

☆ عبدالحڪيم پناهؒ

ڪمپوزنگ ۽ لي آؤٽ ڊزائننگ: ☆ اسدالله پيٽو ☆ نور محمد سميجو

# فهرست

| صفحو | عنوان |
|---|---|
| | **باب چوٿون: اخلاق ۽ آداب** |
| ۵۵ | ا- سخاوت جي فضيلت ۽ ڪنجوسيءَ جي مذمّت |
| ٦٠ | ٢- ميانه روي (وچٿرائي) |
| ٦۵ | ٣- مُساوات (برابري) |
| ٧٠ | ۴- محنت جي عظمت |
| ٧۴ | ۵- ماحول جي گدلاڻ ۽ اسلامي تعليمات |
| ٧٩ | ٦- حُقوق العباد (مائٽَ، مهمانَ، بيمارَ) |
| | **باب پنجون: هدايت جا سرچشما / مشاهير اسلام** |
| ٨۵ | ا- حضرت عائشه صِدّيقه رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهَا |
| ٩٠ | ٢- حضرت فريدالدين گنج شڪر رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ |
| ٩۵ | ٣- صلاح الدين ايوبي رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ |
| ١٠٠ | ۴- علامه ابن خَلدون رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ |
| ١٠۵ | **لغات** |

باب
پهريون

# القرآن الڪريم

قرآن مجيد الله تعالىٰ جو آخري ڪتاب آهي. اهو ڪتاب سيني نبين جي سردار، الله تعالىٰ جي آخري رسول حضرت مُحَمَّد ﷺ تي نازل ٿيو. هن ڪتاب جي نازل ٿيڻ جو مدو لڳ ڀڳ ٽيويهه سال آهي. قرآن مجيد ۾ الله تعالىٰ جي طرفان نبي ڪريم ﷺ تي مرحليوار حُڪمَ نازل ٿيندا رهيا. هن مُقدّس ڪتاب ۾ انسانن جي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ اهي حڪمَ ذڪر ڪيا ويا آهن، جن تي عمل ڪرڻ سان انسان دنيا ۽ آخرت ۾ ڪامياب ٿي سگهي ٿو. قرآن مجيد جي تلاوت ڪرڻ ۾ وڏو ثواب آهي. هڪ هڪ حرف پڙهڻ سان ڏهه ڏهه نيڪيون ملن ٿيون. اسان کي گهرجي ته قرآن مجيد تجويد سان پڙهون. پوري قرآن مجيد جي معنىٰ ۽ مطلب کي سمجهي، ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون.

پهرئين باب ۾ ناظره قرآن مجيد جي لاءِ مقرر ڪيل نصاب ۾ اَٺن سيپارن جي پڙهڻ سان شاگرد قرآن مجيد جا ويهه پارا ناظره مڪمل ڪندا. ان جي پڙهڻ دوران لفظن جي اچار جي ادائگي تجويد سان ڪري سگهندا. هن باب کي پورو ڪرڻ سان قرآن مجيد ياد ڪرڻ لاءِ جيڪي ٽي سورتون رکيون ويون آهن، انهن کي سهڻي طريقي سان ياد ڪندا. انهن سورتن جي تلاوت نمازن دوران يا ٻين وقتن ۾ ڪندا رهندا. اهڙيءَ طرح هن باب ۾ جيڪي دعا واريون ٻه قرآني آيتون مقرر ڪيون ويون آهن، انهن کي ترجمي سميت ياد ڪري وقتًا فوقتًا پنهنجين خطائن جي معافي ۽ علم جي حاصل ڪرڻ لاءِ پڙهندا رهندا.

## (الف) ناظره قرآن مجيد: ١٣ کان ٢٠ (آٺ پارا)

(١٣) وَمَآ اُبَرِّئُ (١٤) رُبَمَا (١٥) سُبْحٰنَ الَّذِیۡۤ (١٦) قَالَ اَلَمْ اَقُلْ (١٧) اِقْتَرَبَ
(١٨) قَدْ اَفْلَحَ (١٩) وَقَالَ الَّذِيْنَ (٢٠) اَمَّنْ خَلَقَ

### سکيا جي حاصلات

قرآن مجيد جي هن حصي پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- قرآن مجيد جو مقرر ڪيل هيءُ حصو چڱيءَ طرح ناظره پڙهي سگهندا.
- قرآن مجيد جي پڙهيل ويهه پارن مان روزانو تلاوت ڪري سگهندا.
- قرآن مجيد جون مقرر ڪيل سورتون ياد ڪري، ٻڌائي سگهندا.
- قرآن مجيد جون مقرر ڪيل آيتون ترجمي سان ياد ڪري، ٻڌائي سگهندا.

### استادن لاءِ هدايتون

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي پارن جا نالا ياد ڪرايا وڃن.
- ناظره ۽ حفظ وارن ٻنهي حصن جو سال جي وچ ۾ امتحان ورتو وڃي ۽ ساليانو امتحان جي موقعي تي زباني امتحان ورتو وڃي. ان ۾ حاصل ڪيل نمبر نتيجن جي فهرست ۾ لکيا وڃن.
- اسلاميات جي ڪل سو نمبرن مان ناظره واري حصي لاءِ چاليهه نمبر مقرر ڪيا ويا آهن ۽ اسلاميات ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ ناظره قرآن مجيد ۾ ڪاميابي لازمي آهي.

## (ب) حفظ قرآن مجید: سُوۡرَۃُ الضُّحٰی - سُوۡرَۃُ الزِّلۡزَالِ-سُوۡرَۃُ الۡقَارِعَۃِ

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

وَ الضُّحٰی ۙ﴿۱﴾ وَ الَّیۡلِ اِذَا سَجٰی ۙ﴿۲﴾ مَا وَدَّعَکَ رَبُّکَ وَ مَا قَلٰی ؕ﴿۳﴾ وَ لَلۡاٰخِرَۃُ خَیۡرٌ لَّکَ مِنَ الۡاُوۡلٰی ؕ﴿۴﴾ وَ لَسَوۡفَ
یُعۡطِیۡکَ رَبُّکَ فَتَرۡضٰی ؕ﴿۵﴾ اَلَمۡ یَجِدۡکَ یَتِیۡمًا فَاٰوٰی ﴿۶﴾ وَ وَجَدَکَ ضَآلًّا فَہَدٰی ۪﴿۷﴾ وَ وَجَدَکَ عَآئِلًا فَاَغۡنٰی ؕ﴿۸﴾ فَاَمَّا
الۡیَتِیۡمَ فَلَا تَقۡہَرۡ ؕ﴿۹﴾ وَ اَمَّا السَّآئِلَ فَلَا تَنۡہَرۡ ؕ﴿۱۰﴾ وَ اَمَّا بِنِعۡمَۃِ رَبِّکَ فَحَدِّثۡ ﴿۱۱﴾ع

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اِذَا زُلۡزِلَتِ الۡاَرۡضُ زِلۡزَالَہَا ۙ﴿۱﴾ وَ اَخۡرَجَتِ الۡاَرۡضُ اَثۡقَالَہَا ۙ﴿۲﴾ وَ قَالَ الۡاِنۡسَانُ مَا لَہَا ۚ﴿۳﴾ یَوۡمَئِذٍ تُحَدِّثُ
اَخۡبَارَہَا ۙ﴿۴﴾ بِاَنَّ رَبَّکَ اَوۡحٰی لَہَا ؕ﴿۵﴾ یَوۡمَئِذٍ یَّصۡدُرُ النَّاسُ اَشۡتَاتًا ۬ۙ لِّیُرَوۡا اَعۡمَالَہُمۡ ؕ﴿۶﴾ فَمَنۡ یَّعۡمَلۡ مِثۡقَالَ ذَرَّۃٍ
خَیۡرًا یَّرَہٗ ؕ﴿۷﴾ وَ مَنۡ یَّعۡمَلۡ مِثۡقَالَ ذَرَّۃٍ شَرًّا یَّرَہٗ ﴿۸﴾ع

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اَلۡقَارِعَۃُ ۙ﴿۱﴾ مَا الۡقَارِعَۃُ ۚ﴿۲﴾ وَ مَاۤ اَدۡرٰىکَ مَا الۡقَارِعَۃُ ؕ﴿۳﴾ یَوۡمَ یَکُوۡنُ النَّاسُ کَالۡفَرَاشِ الۡمَبۡثُوۡثِ ۙ﴿۴﴾ وَ تَکُوۡنُ
الۡجِبَالُ کَالۡعِہۡنِ الۡمَنۡفُوۡشِ ؕ﴿۵﴾ فَاَمَّا مَنۡ ثَقُلَتۡ مَوَازِیۡنُہٗ ۙ﴿۶﴾ فَہُوَ فِیۡ عِیۡشَۃٍ رَّاضِیَۃٍ ؕ﴿۷﴾ وَ اَمَّا مَنۡ خَفَّتۡ
مَوَازِیۡنُہٗ ۙ﴿۸﴾ فَاُمُّہٗ ہَاوِیَۃٌ ؕ﴿۹﴾ وَ مَاۤ اَدۡرٰىکَ مَا ہِیَہۡ ؕ﴿۱۰﴾ نَارٌ حَامِیَۃٌ ﴿۱۱﴾ع

## (ج) حفظ ۽ ترجمو

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

① رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذۡنَاۤ اِنۡ نَّسِیۡنَاۤ اَوۡ اَخۡطَاۡنَا ۚ رَبَّنَا وَ لَا تَحۡمِلۡ عَلَیۡنَاۤ اِصۡرًا کَمَا حَمَلۡتَہٗ عَلَی الَّذِیۡنَ مِنۡ قَبۡلِنَا ۚ رَبَّنَا وَ لَا تُحَمِّلۡنَا مَا لَا طَاقَۃَ لَنَا بِہٖ ۚ وَ اعۡفُ عَنَّا ٝ وَ اغۡفِرۡ لَنَا ٝ وَ ارۡحَمۡنَا ٝ اَنۡتَ مَوۡلٰىنَا فَانۡصُرۡنَا عَلَی الۡقَوۡمِ الۡکٰفِرِیۡنَ ﴿۲۸۶﴾ (البقره:٢٨٦)

ترجمو: اي اسان جا پالڻهار! جيڪڏهن وساريون يا چُڪ ڪريون ته اسان کي نه پڪڙ ۽ اي اسان جا پالڻهار! اسان تي اهڙو بار نه رک جهڙو اسان کان اڳين تي رکيو هيئي، ۽ اي اسان جا پالڻهار! (جنهن بار) جي کڻڻ جي اسان کي سگهه ڪانهي سو اسان تي نه رک، ۽ اسان کي معاف ڪر! ۽ اسان کي بخش، ۽ اسان تي مهر ڪر! تون اسان جو سائين آهين تنهنڪري اسان کي ڪافر توليءَ تي سوڀ ڏي!

② رَبِّ اشۡرَحۡ لِیۡ صَدۡرِیۡ ﴿ۙ۲۵﴾ وَ یَسِّرۡ لِیۡۤ اَمۡرِیۡ ﴿ۙ۲۶﴾ وَ احۡلُلۡ عُقۡدَۃً مِّنۡ لِّسَانِیۡ ﴿ۙ۲۷﴾ یَفۡقَهُوۡا قَوۡلِیۡ ﴿۪۲۸﴾
(طٰهٰ: ٢٥ کان ٢٨)

ترجمو: اي منهنجا پالڻهار! مون لاءِ منهنجو سينو کول. ۽ منهنجو ڪم مون لاءِ سولو ڪر. ۽ منهنجي زبان جي هٻڪ لاهه ته (اُهي) مُنهنجي ڳالهه سمجهن.

### سبق جو خلاصو

- قرآن مجيد جا آٺ پارا (١٣ کان ٢٠ تائين) ناظره پڙهڻ ضروري آهن.
- سورة الضحیٰ، سورة الزلزال ۽ سورة القارعه ياد ڪرڻ لازمي آهن.
- هن سبق ۾ قرآن مجيد جون ٻڌايل دعائون ترجمي سان ياد ڪرڻ ضروري آهن.

باب
پيو

# ايمانيات ۽ عبادتون

هن باب ۾ اسلام بابت ٻن بنيادي ۽ اهم ڳالهين جي سکيا ڏني وئي آهي. هڪ عقيدو ۽ ٻي عبادت. اسلامي تعليمات ۾ عقيدن ۽ عبادتن کي تمام گهڻي اهميت حاصل آهي. توحيد کان پوءِ رسولن سڳورن تي ايمان اسلام جو ٻيو بنيادي عقيدو آهي. ڪوبه انسان تيستائين مسلمان نٿو بڻجي سگهي، جيستائين هو سڀني نبين تي بنا متڀيد جي ايمان نه آڻي. اسلام ۾ عبادت جي تصوّر جي وضاحت ڪئي وئي آهي. انهن عبادتن ۾ نماز، روزو، حج، زڪوٰة بنيادي حيثيت رکن ٿا. هتي اسين دعا ۽ زڪوٰة جي فضيلت ۽ سماجي اهميت کي ذڪر ڪنداسين.

دعا ۽ زڪوٰة اسلام جون ٻه اهم عبادتون آهن. دعا هڪ طرف انسان جي عاجزيءَ جو بهترين اظهار آهي ته ٻئي طرف پنهنجي رب سان گهري تعلق جو نالو آهي. زڪوٰة هڪ اهم مالي عبادت آهي، جنهن سان هڪ طرف سماج ۾ معاشي خوشحالي پيدا ٿئي ٿي ته ٻئي طرف رب جي مالي نعمتن جو بهترين شڪراني جو ذريعو آهي.

هن باب ۾ شامل سبقن جي مطالعي کان پوءِ ٻارن جي ذهن ۾ اسلام جي ٻئي عقيدي يعني رسالت جي حقيقت ڪُلي واضح ٿئي ٿي ۽ اهي شعور سان هن عقيدي تي يقين رکندا. رسالت ۽ ان جون گهرجون ڄاڻڻ سان ٻارن جي ذهن ۾ رسولن سڳورن جي نقش قدم تي هلڻ جو شوق پيدا ٿيندو ۽ انهن سان محبت ۽ عقيدت جا جذبا پيدا ٿيندا. دعا جي حقيقت سندن ذهنن ۾ واضح ٿيندي ۽ ان سان گڏوگڏ سندن دلين ۾ زڪوٰة جي معاشرتي فضيلت ۽ سماجي اهميت جو احساس پيدا ٿيندو.

## (الف) ايمانيات

# رسولن تي ايمان (رسالت ۽ ان جون گهرجون)

### سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- رسول جي لغوي ۽ اصطلاحي معنیٰ کي ڄاڻي بيان ڪري سگهندا.
- رسالت جي گهرجن جي چئن قسمن کان پوريءَ طرح آگاهہ ٿي، لکي سگهندا.
- رسالت جي عقيدي مطابق زندگي گذارڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

**رسالت جي معنیٰ ۽ مفهوم:** رسالت جي لُغوي معنیٰ "پيغام پهچائڻ" آهي ۽ 'رسول' جي معنیٰ آهي "پيغام پهچائيندڙ". رسول لاءِ هڪ ٻيو لفظ "نبي" بہ استعمال ٿئي ٿو. "نبي" جي لغوي معنیٰ آهي "خبر ڏيندڙ". اصطلاح ۾ "رسول" ۽ "نبي" الله تعالیٰ جي ان پياري ٻانهي کي چئبو آهي، جنهن کي الله تعالیٰ پنهنجو پيغام ڏيئي انسانيت جي هدايت لاءِ موڪليندو آهي.

**رسالت جو عقيدو:** اسان کي خبر آهي تہ الله تعالیٰ اسان کي پنهنجي عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي. الله تعالیٰ جي عبادت ڪهڙيءَ طرح ڪجي ۽ زندگي گذارڻ جي صحيح واٽ ڪهڙي آهي، هي اهڙا سوالَ آهن، جن کي اسين پنهنجي مرضيءَ ۽ پنهنجي ذهن سان طي نٿا ڪري سگهون. انهيءَ حقيقت کي سامهون رکندي اسان جي رب اسان ڏانهن پنهنجن چونڊيل پيارن ٻانهن کي پيغمبر بڻائي موڪليو. قرآن مجيد ۾ الله تعالیٰ جو فرمان آهي:

وَاِنْ مِّنْ اُمَّةٍ اِلَّا خَلَا فِيْهَا نَذِيْرٌ ﴿۲۴﴾ (الفاطر: ۲۴)

۽ اهڙي ڪا ٽولي آهي ئي ڪانہ جنهن ۾ ڪو ڊيڄاريندڙ نہ گذريو آهي.

ٻئي هنڌ ارشاد مبارڪ آهي:

وَلِكُلِّ اُمَّةٍ رَّسُوْلٌ (يونس: ۴۷)

۽ سڀ ڪنهن اُمت لاءِ هڪ پيغمبر آهي.

توڙي جو قرآن مجيد ۾ ڪجھ نبين ۽ رسولن سڳورن عليهم السلام جو ذڪر آهي، پر قرآن مجيد جون بيان ڪيل آيتون ٻڌائين ٿيون ته الله تعاليٰ مختلف قومن ۽ علائقن ڏانهن ڪيترائي نبي ۽ رسول سڳورا عليهم السلام موڪليا آهن. هڪ روايت مطابق الله تعاليٰ هڪ لک چوويهه هزار نبي سڳورا عليهم السلام موڪليا آهن. انهن سڀني تي ايمان آڻڻ ضروري آهي. اسلام ۾ اسان کي اهو عقيدو ڏنو ويو آهي ته انهن پيغمبرن مان ڪنهن به هڪ کي نه مڃڻ اصل ۾ سڀني نبين سڳورن عليهم السلام کي نه مڃڻ برابر آهي، ڇاڪاڻ ته اهي سڀ الله تعاليٰ جي طرفان موڪليا ويا آهن. سڀ کان اڳ ۾ حضرت آدم عليه السلام کي ۽ سڀ کان آخر ۾ حضرت مُحَمَّد صلى الله عليه وآله وسلم کي نبي بڻائي موڪليو ويو آهي ۽ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وآله وسلم تي رسالت ۽ نبوّت جو سلسلو هميشه لاءِ ختم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري حضور صلى الله عليه وآله وسلم کي قيامت تائين سموري دنيا لاءِ موڪليو ويو آهي. اسلامي تعليمات ۾ ان عقيدي کي ”ختم نبوّت جو عقيدو“ چئبو آهي. هن عقيدي تي ايمان آڻڻ هر مسلمان لاءِ تمام ضروري آهي. هن عقيدي کي مڃڻ بنا ڪو شخص مسلمان نٿو ٿي سگهي.

**پيغمبرن کي موڪلڻ ۾ حڪمت:** الله تعاليٰ انسانن سان تمام گهڻي محبت رکي ٿو، انهيءَ ڪري کين پيدا ڪرڻ کان پوءِ سندن هدايت ۽ رهنمائيءَ لاءِ پنهنجا پيارا پيغمبر موڪليندو رهيو، ته جيئن انسان الله تعاليٰ جي ناراضگيءَ کان بچي سگهي ۽ جهنم ۾ داخل نه ٿئي ۽ قيامت جي ڏينهن انسان الله جي بارگاهه ۾ اهو نه چئي سگهي ته مون کي سزا ڇاڪاڻ پئي ڏني وڃي، مون کي ته صحيح ۽ غلط، حق ۽ باطل جي ته ڪا خبر ئي ڪانه هئي.

**رسالت جون گهرجون:** رسولن تي ايمان آڻڻ کان هڪدم پوءِ اسان تي انهن جا جيڪي حق لاڳو ٿين ٿا، اهي هن طرح آهن:

**ا- رسولن عليهم السلام سان محبت:** الله تعاليٰ جي ڪنهن به پيغمبر تي ايمان آڻڻ جي سڀ کان پهرين گهرج هيءَ آهي ته دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ ان سان ئي محبت ڪئي وڃي، ڇاڪاڻ ته هيءَ اُها هستي آهي، جنهن انسان کي زندگيءَ جو پورو شعور بخشيو ۽ حقيقي ڪاميابيءَ جي واٽ ٻڌائي. هڪ حديث ۾ اچي ٿو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو:

> ”توهان مان ڪو به شخص ايستائين پورو مؤمن نٿو بڻجي سگهي، جيستائين هو پنهنجي پيءُ، پنهنجي اولاد ۽ سموري انسانن کان وڌيڪ مون سان محبت نه ڪري“.

رسول الله ﷺ سان سچي محبت هوندي تہ سندن نقشِ قدم تي هلڻ آسان ٿيندو، ٻي صورت ۾ اسان لاءِ تمام گهڻي ڏکيائي بڻجي پوندي.

**٢- عِزت ۽ احترام:** رسولن تي ايمان آڻڻ جي ٻي گهرج هيءَ آهي تہ انهن جو دل سان ادب ۽ احترام ڪيو وڃي. قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

لِتُؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ وَ رَسُوْلِهٖ وَ تُعَزِّرُوْهُ وَ تُوَقِّرُوْهُ ؕ (الفتح: ٩)

تہ (اي مؤمنؤ!) اوهين الله ۽ سندس پيغمبر تي ايمان آڻيو ۽ سندس (دين جي) مدد ڪريو ۽ سندس عِزّت ڪريو.

سورهٔ حجرات جي روشنيءَ ۾ اها ڳالهہ ثابت تي چڪي آهي تہ رسول الله ﷺ جي گستاخيءَ سان انسان جا نيڪ عملَ چَٽُ ٿين ٿا ۽ الله تعالىٰ ناراض ٿئي ٿو. ڪنهن بہ پيغمبر جي شان ۾ گُتا لفظَ ڳالهائڻ، لکڻ يا سندن ڪا تصوير ٺاهڻ، سندن ادب ۽ احترام جي خلاف آهي.

**٣- مدد ڪرڻ:** رسول تي ايمان آڻڻ جي ٽين اهم گهرج هيءَ آهي تہ سندن ڪم ۾ مڪمل طور تي ساٿ ڏنو وڃي ۽ انهن سان گڏجي جان ۽ مال سان جهاد ڪجي. مطلب هي آهي تہ انهن تي پنهنجي هر شيءِ قربان ڪرڻ گهرجي. جيئن صحابي سڳورا ڪندا هئا. اڄڪلهہ اسان جي مٿان هيءَ ذميداري لاڳو ٿئي ٿي تہ اسان سندن پيغام کي دنيا ۾ عام ڪريون ۽ انهن جي لاءِ خالص نيت سان پنهنجو وقت ۽ مال خرچ ڪريون.

**٤- اِطاعت ۽ پيروي:** رسولن تي ايمان آڻڻ جي چوٿين اهم گهرج هيءَ آهي تہ انسان سندن ڏسيل واٽ کي عملي نمونو بڻائي. الله تعالىٰ جو ارشاد آهي:

وَمَآ اَرْسَلْنَا مِنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا لِيُطَاعَ بِاِذْنِ اللّٰهِ (النساء: ٦٤)

ڪوئي پيغمبر نہ موڪليوسون پر هن لاءِ تہ الله جي حڪم سان سندس تابعداري ڪئي وڃي.

رسول سڳورا دين جي معاملن ۾ جيڪا تعليم ڏين، ان تي دل ۽ جان سان عمل ڪيو وڃي. عقيدو، عبادت، حلال ۽ حرام، جائز ۽ ناجائز، پاڪ ۽ ناپاڪ، معيشت ۽ سياست، عدالت ۽ انصاف مطلب تہ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ سندن ٻڌايل اصولن تي عمل ڪرڻ کي ”رسول جي اطاعت“ چئبو آهي. الله تعالىٰ کان پوءِ رسول الله ﷺ جن جي فرمانبرداري سڀ کان مُقَدَّم آهي.

اسان کي هن سبق مان هيءُ پيغام مليو تہ رسالت جو عقيدو اسان جي ذهنن ۾ مضبوط ٿي وڃي، تہ جيئن اسان عملي طور تي رسالت جي عقيدي جي گهرجن کي پورو ڪري سگهون.

## سبق جو خلاصو

- اللہ تعالیٰ کي انسانن سان ڏاڍي محبت آهي. هن انسانن کي پيدا ڪري، ڇڏيو ناهي، پر سندن رهنمائيءَ جي لاءِ نبي سڳورا ﷺ موڪليا، تہ جيئن اُهي ماڻهو نبين سڳورن عليهم السلام جي پيروي ڪري سندس راضپو حاصل ڪن ۽ اللہ تعالیٰ جي حُڪمن مطابق زندگي گذاري سگهن.
- اللہ تعالیٰ هر قوم ۽ علائقي ڏانهن نبي ۽ رسول موڪليا آهن.
- حضور ﷺ جن سڀ کان آخر ۾ پوري دنيا لاءِ نبي ۽ رسول ڪري موڪليا ويا آهن ۽ مٿائنئن نبوت ۽ رسالت جو سلسلو ختم ڪيو ويو آهي.

- قرآن مجيد ۾ جن نبين سڳورن ﷺ جو ذڪر آيو آهي، انهن جا نالا معلوم ڪري ياد ڪريو.

## مشق

**١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

١- رسالت ۽ نبوت جي معنیٰ ۽ مفهوم ٻڌايو.
٢- ”ختم نبوّت جو عقيدو“ ڇا کي چئبو آهي؟ ان جي اهميت بيان ڪريو.
٣- رسول جي گستاخي ڪرڻ جو مطلب ڇا آهي؟
٤- رسالت جون ڪهڙيون گهرجون آهن؟
٥- رسالت بابت ڪا بہ هڪ آيت ٻڌايو.

**٢. خال ڀَريو:**

(١) اللہ تعالیٰ کان پوءِ ________ جي اطاعت سڀ کان مُقَدَّم آهي.
(٢) رسول اللہ ﷺ جي ________ سان نيڪ اعمال ڇَٽُ ٿين ٿا .
(٣) حضور ﷺ جن تي ________ جو سلسلو هميشہ لاءِ ختم ڪيو ويو آهي.
(٤) هر قوم ڏانهن ________ موڪليو ويو آهي.
(٥) قرآن مجيد ۾ صرف ________ نبين ۽ رسولن جو ذڪر آهي.

## ٣. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- رسول تي ايمان آڻڻ جي گھرج هيءَ آهي ته ان جو دل سان ادب ۽ احترام ڪيو وڃي. | | |
| ٢- الله تعالىٰ صرف عربن ڏانهن رسول موڪليا آهن. | | |
| ٣- قرآن مجيد ۾ ١٠٠ نبين جو ذڪر آهي. | | |
| ٤- الله تعالىٰ اسان کي صرف کائڻ پيئڻ لاءِ پيدا ڪيو آهي. | | |
| ٥- رسول جي معنىٰ آهي پيغام پهچائيندڙ. | | |
| ٦- حضور ﷺ سڀ کان آخر ۾ سموري ڪائنات لاءِ رسول بڻائي موڪليا ويا آهن. | | |

## ٤. ڪالم-١ جي لفظن کي ڪالم-٢ جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَام کي | سڀ کان آخر ۾ نبي بڻائي موڪليو ويو. |
| ٢- رسول تي ايمان آڻڻ جي ٻي گھرج | هيءَ آهي ته انسان سندن وات کي عملي نمونو بڻائي. |
| ٣- حضور ﷺ کي | ته سندن نقش قدم تي هلڻ آسان ٿيندو. |
| ٤- رسول الله ﷺ سان سچي محبت هوندي | سڀ کان پهريائين موڪليو ويو. |
| ٥- رسول تي ايمان آڻڻ جي چوٿين گھرج | هي آهي ته انهن جو دل سان ادب ۽ احترام ڪيو وڃي. |

### استادن لاءِ هدايت

- ”رسالت جي گھرجن“ جي موضوع تي شاگردن ۽ شاگردياڻين جو مذاڪرو ڪرايو وڃي.

# (ب) عبادات

## ا- اسلام ۾ عبادت جو تصوّر

### سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- عبادت جي اسلامي تصوّر کي چڱيءَ طرح سمجهي ٻڌائي سگهندا.
- عبادت جي تصوّر کي سمجهڻ سان انهن جي سماجي زندگيءَ ۾ وحدت پيدا ٿيندي ۽ عملي انتشار ختم ٿيندو، ان باري ۾ بيان ڪري سگهندا.
- پنهنجي عملي زندگي عبادت جي قاعدن مطابق گذاري سگهندا.

### عبادت جي معنىٰ ۽ مفهوم:

عبادت جي معنىٰ آهي ٻانهپ ڪرڻ يا غلامي ڪرڻ. يعني پنهنجي حقيقي خالق ۽ مالڪ الله تعالىٰ جي ٻانهپ ڪرڻ. جيڪو شخص ٻانهپ يا غلامي ڪندو آهي ان کي ”عبد“ چئبو آهي. جهڙيءَ طرح هڪ غلام پنهنجي آقا ۽ مالڪ جي غلامي ۽ فرمانبرداري ڪندو آهي، اهڙيءَ طرح هڪ حقيقي عبد بہ پنهنجي آقا ۽ مالڪ الله تعالىٰ جي غلامي ۽ فرمانبرداري ڪري ٿو.

قرآن مجيد جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ انسانن کي الله تعالىٰ صرف پنهنجي ٻانهپ لاءِ پيدا ڪيو آهي. الله تعالىٰ جو ارشاد آهي:

وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْإِنْسَ إِلَّا لِيَعْبُدُوْنِ ﴿٥٦﴾ (الذاريات:٥٦)

۽ جِنّن ۽ ماڻهن کي نہ پيدا ڪيوسون، سواءِ هن جي تہ منهنجي عبادت ڪن.

**اسلام ۾ عبادت جو تصوّر:** اسلام ۾ عبادت جو تصور تمام وسيع ۽ جامع آهي. اسلامي تعليمات مطابق اسان جي عبادت جو اسان کي ئي فائدو پهچي ٿو، اسان جي رب کي فائدو نٿو پهچي. جيڪڏهن دنيا جا سمورا انسان بہ الله تعالىٰ جي ٻانهپ کان منهن موڙين تہ بہ الله تعالىٰ جي طاقت ۽ اختيار ۾ ڪا بہ ڪوٽ نٿي ٿي سگهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن سموري دنيا جا انسان هن جي عبادت ڪرڻ ۾ لڳي وڃن تہ اها ڳالهہ سندس اڻکٽ طاقت ۽ عظيم اختيار ۾ واڌاري جو سبب نہ بڻجي سگهندي. اسلام ۾ عبادت جو تصور صرف نماز، روزي، زڪوٰة، حج ۽ ذڪر و اذڪار تائين محدود ناهي، پر زندگيءَ جا سمورا معاملا ۽ ڪمَ، جيڪي الله تعالىٰ جي حڪم مطابق ڪيا وڃن، اهي بہ عبادت ۾ شامل آهن. هڪ انسان جيڪڏهن ڪاروبار يا واپار ڪري ٿو ۽ ان ۾ الله تعالىٰ ۽ سندس رسول جي نافرماني نٿو ڪري تہ اهو اصل ۾ عبادت ڪري ٿو. انهيءَ ڪري چيو ويندو آهي تہ "حلال رزق حاصل ڪرڻ عبادت آهي". اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو ملازم سرڪاري هجي يا خانگي، پنهنجي ڊيوٽي ذميداري ۽ ديانتداريءَ سان ادا ڪري ٿو تہ اهو بہ اصل ۾ عبادت ۾ مصروف آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو شخص محنت ۽ لڳاءَ سان تعليم حاصل ڪري رهيو آهي تہ جيئن پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪري سگهي تہ اصل ۾ اهو بہ عبادت ڪري رهيو آهي. ان مان معلوم ٿيو تہ جيڪڏهن زندگيءَ جي سيني معاملن ۾ الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي تعليمات جي خلاف ورزي نہ ڪئي وڃي تہ اها "عبادت" چئبي.

عبادت جي ان تصور سان حقوق الله ۽ حقوق العباد سيئي ادا ٿين ٿا، جنهن سان هڪ سٺو سماج وجود ۾ اچي ٿو. سماج مان برائيون ختم ٿين ٿيون ۽ سٺا انساني اخلاق ۽ گڻ پيدا ٿين ٿا. ڪوڙ، بدديانتي، قتل ۽ غارتگري، ظلم ۽ ناانصافيءَ جهڙيون برائيون ختم ٿين ٿيون. حضور ﷺ ۽ صحابہ ڪرام رضي الله عنهم جو دور ان جو واضح تاريخي ثبوت آهي.

اڄ اسان جي عبادت جو تصور تمام محدود رهجي ويو آهي. اسان عبادت صرف نماز، روزي، زڪوٰة، حج ۽ ذڪر و اذڪار کي سمجهون ٿا ۽ پنهنجا معاملا عبادت کان ٻاهر ڪيون ٿا.

هن مان اسان کي اهو سبق مليو تہ زندگيءَ جي سيني معاملن کي عبادت سمجهون ۽ انهن کي الله تعالىٰ ۽ سندس رسول ﷺ جي هدايتن مطابق سرانجام ڏيون.

## سبق جو خلاصو

- عبادت "ٻانهپ" ۽ "غلاميءَ" کي چئبو آهي. اسلام ۾ عبادت جو تصور تمام گهڻو وسيع ۽ جامع آهي.
- پنهنجي زندگيءَ جي سيني معاملن کي الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي تعليمات مطابق ادا ڪرڻ اصل ۾ عبادت آهي. نماز، روزو، زڪوٰة ۽ حج به انهيءَ لاءِ انسان کي تيار ڪن ٿا.

- عبادت جي موضوع تي هڪ مختصر نوٽ پنهنجي پنهنجي ڪاپين تي لکي پنهنجي استاد صاحبن کان چيڪ ڪرايو.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- عبادت جي لفظي معنىٰ ڪهڙي آهي؟
٢- اسلام ۾ عبادت جو تصوّر ڪهڙو آهي؟
٣- انساني تخليق جو مقصد ڇا آهي؟
٤- اسان جي عبادت جو فائدو ڪنهن کي ملي ٿو؟

### ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

ا- عبادت جي لُغوي معنىٰ آهي:

(الف) نماز پڙهڻ　　(ب) روزو رکڻ
(ج) ٻانهپ يا غلامي ڪرڻ　　(د) حج ڪرڻ

۲- اسلامي تعليمات مطابق اسان جي عبادت جو:

(الف) اسان کي فائدو ٿئي ٿو
(ب) اسان کي فائدو نٿو ٿئي
(ج) ٻين کي فائدو ٿئي ٿو
(د) ڪنهن کي بہ فائدو نٿو ٿئي

۳- حلال رزق حاصل ڪرڻ:

(الف) عين خدمت آهي
(ب) عين عبادت آهي
(ج) عين انسانيت آهي
(د) عين امانت آهي

۴- سيني معاملن ۾ اللّٰه تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي تعليمات جي خلاف ورزي نہ ڪئي وڃي تہ اها:

(الف) رڳو ديانت چئبي
(ب) رڳو امانت چئبي
(ج) رڳو صداقت چئبي
(د) عبادت چئبي

۵- جيڪو شخص پاڻهپ يا غلامي اختيار ڪري ٿو، ان کي:

(الف) معبود چئبو آهي
(ب) عبد چئبو آهي
(ج) محبوب چئبو آهي
(د) مسرور چئبو آهي

## ۳. خال ڀريو:

(۱) حلال رزق حاصل ڪرڻ عين ________ آهي.
(۲) اسلام ۾ ________ جو تصور گهڻو وسيع آهي.
(۳) عبادت جي معنيٰ ________ آهي.
(۴) اسان عبادت صرف ________________ کي سمجهندا آهيون.
(۵) اللّٰه تعاليٰ ________ ۽ انسانن کي صرف پنهنجي پاڻهپ لاءِ پيدا ڪيو آهي.

## ۴ صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| غلط | صحيح | جُملا |
|---|---|---|
| | | ۱- اسلام ۾ عبادت جو تصور محدود آهي. |
| | | ۲- عبادت جي معنىٰ آهي ٻانهپ ڪرڻ. |
| | | ۳- ڪاروبار الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي تعليمات مطابق ڪرڻ عبادت آهي. |
| | | ۴- ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ لاءِ تعليم حاصل ڪرڻ عبادت آهي. |
| | | ۵- اسان جي عبادت ڪرڻ سان اسان جي رب کي فائدو ٿئي ٿو. |

## ۵. ڪالم ۱- جي لفظن کي ڪالم ۲- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو .

| ڪالم-۱ | ڪالم-۲ |
|---|---|
| ۱- اسلام ۾ عبادت جو تصوّر | ٻانهپ يا غلامي ڪرڻ. |
| ۲- عبادت جي معنىٰ آهي | تمام محدود سمجهيو ويو آهي. |
| ۳- اڄ اسان جي عبادت جو تصوّر | گهڻو وسيع ۽ جامع آهي. |
| ۴- اسان عبادت صرف نماز، روزي | ڪيو ويو آهي ته اهي الله تعالىٰ جي عبادت ڪن. |
| ۵- جنن ۽ انسانن کي هن لاءِ پيدا | زڪوٰة، حج ۽ ذڪر و اذڪار کي سمجهندا آهيون. |

### استادن لاءِ هدايت

- عبادت جي اسلامي تصور جي فائدن بابت شاگردن ۽ شاگرديائڻين ۾ مباحثو ڪرايو وڃي.

# ٢- دُعا جي اهميت ۽ فضيلت

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- دعا جي **حڪمتن** ۽ فائدن کان واقف ٿي بيان ڪري سگهندا.
- دعا جي ضرورت ۽ اهميت کي لکي سگهندا.
- اسلامي **تعليم** مطابق عملي زندگيءَ ۾ دعا گُهري سگهندا.

**دُعا جي معنىٰ ۽ مفهوم:** دعا عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنىٰ آهي سڏڻ يا پُڪارڻ. دعا ۾ جيئن ته انسان زبان سان يا دل سان اللّٰه تعالىٰ کي سڏي يا پڪاري ٿو، انهيءَ ڪري هن کي "دعا" چئبو آهي. اسلامي تعليمات مطابق دعا خالص عبادت آهي، انهيءَ ڪري اها صرف ۽ صرف اللّٰه تعالىٰ کان ئي گهري سگهجي ٿي. هن عمل ۾ اللّٰه تعالىٰ سان گڏ ڪنهن ٻئي کي شريڪ نه ڪيو وڃي. اللّٰه تعالىٰ جو ارشاد مبارڪ آهي:

اُدۡعُوۡنِیۡۤ اَسۡتَجِبۡ لَكُمۡ ؕ (المؤمن:٦٠)

اوهين مون کان دُعا گهرو ته اوهان جي دُعا قبول ڪريان.

**دُعا جي اهميت ۽ فضيلت:** انسان جي روزمره جي زندگيءَ ۾ اڪثر اهڙا موقعا ايندا آهن، جڏهن هو پنهنجو پاڻ کي مجبور ۽ بيوس سمجهندو آهي. جڏهن سمورا مادي سهارا ۽ دنياوي سببَ ناڪام ٿيندا آهن ته انسان اهڙي هستيءَ ڏانهن موٽندو آهي ۽ ڪيس دل سان پڪاريندو آهي، جنهن هن ڪائنات کي مهارت سان جوڙيو آهي. هو اهڙي هستي آهي، جيڪا هر شيءِ تي پوري طاقت رکي ٿي، اها هستي اللّٰه تعالىٰ جي آهي. انسان ان تي پورو ايمان رکي، چاهي دل سان ڪيس پڪاري يا زبان سان پڪاري، هو ان کي ٻڌي ٿو ۽ سندس حاجت پوري ڪري ٿو، هو سميع ۽ بصير هستي آهي. هن وٽ ڪا به شيءِ ڏکي ناهي. اللّٰه تعالىٰ جو ارشاد آهي:

وَ اِذَا سَاَلَكَ عِبَادِیْ عَنِّیْ فَاِنِّیْ قَرِیْبٌ ؕ اُجِیْبُ دَعْوَةَ الدَّاعِ اِذَا دَعَانِ ۙ فَلْیَسْتَجِیْبُوْا لِیْ وَ لْیُؤْمِنُوْا بِیْ لَعَلَّهُمْ یَرْشُدُوْنَ ﴿۱۸۶﴾

۽ جڏهن مُنهنجا ٻانها توکان مُنهنجي پُڇا ڪن، ته آءٌ ويجهو آهيان. جڏهن (ڪو) مُون کي سڏي ٿو، تڏهن سڏيندڙ جو سڏ ورنايان ٿو تنهنڪري مُنهنجو حُڪم قبول ڪرڻ گهرجين ۽ مون تي ايمان آڻڻ گهرجين ته مانَ اُهي سُڌرن.

دعا جي اهميت جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن جو ارشاد آهي:

اَلدُّعَآءُ مُخُّ الْعِبَادَةِ

دعا عبادت جو نچوڙ آهي.

نبي سڳورا ﷺ به هر حالت ۾ الله تعاليٰ کي پڪاريندا هئا ۽ پاڻ بين انسانن کي به اهائي هدايت فرمايائون. جڏهن به ڪو مسلمان مڪمل ايمان ۽ يقين سان الله تعاليٰ کان دعا گهري ٿو ته اها دعا قبول ٿئي ٿي.

حديث مبارڪ جو مفهوم آهي ته دعا جي قبوليت جون ٽي صورتون آهن: (۱) اها دعا دنيا ۾ ئي قبول ٿي ويندي. (۲) يا آخرت ۾ ان دعا جو بدلو ڏنو ويندو (۳) ان دعا جي بدران ٻانهي تان ڪا مصيبت ٽاري ويندي.

حضور ﷺ جي پسنديده دعائن مان ڪجهه هي آهن:

(۱) رَبَّنَاۤ اٰتِنَا فِی الدُّنْیَا حَسَنَةً وَّ فِی الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّ قِنَا عَذَابَ النَّارِ ﴿۲۰۱﴾ (البقره: ۲۰۱)

اي اسان جا پالڻهار اسان کي دنيا ۾ (به) چڱائي ۽ آخرت ۾ (به) چڱائي ڏي ۽ اسان کي باهه جي عذاب کان بچاءِ.

(۲) رَّبِّ زِدْنِیْ عِلْمًا ﴿۱۱۴﴾ (طٰهٰ: ۱۱۴)

اي منهنجا پالڻهار! مون کي علم ۾ وڌاءِ.

**دُعا جي حڪمت:** دنيا جي ڏکيائين، مصيبتن ۽ حادثن ۾ انسان بيوس ۽ لاچار ٿئي ٿو ۽ مايوسيءَ جو شڪار ٿئي ٿو. اهڙيءَ حالت ۾ دعا جي حڪمت هيءَ آهي ته اها انسان کي حوصلو ڏئي ٿي ۽ مايوسيءَ کان بچائي ٿي ۽ الله تعاليٰ سان تعلق کي جوڙي ٿي.

**دُعا گهرڻ جا ادبَ:** پنهنجي دعا کي مقبول بنائڻ لاءِ دعا جا ڪجهه ادبَ هي آهن:

- دعا اخلاص ۽ توَجّه سان گهرجي.
- دعا جي مقبوليت لاءِ شرط آهي ته حلال رزق کائجي.
- بُرن ۽ گناهه جي ڪمن جي دعا نه ڪجي.

- دعا صرف الله تعاليٰ کان گهرجي.
- پاڪائيءَ جي حالت ۾ دعا گهرجي.
- قبوليت جي يقين سان دعا گهرجي.

## دُعا گهرڻ جا فائدا:

- دعا پريشانين کي ختم ڪرڻ لاءِ اثرائتو هٿيار آهي.
- دعا بيمارين کان ڇوٽڪاري ۽ شفا جو ذريعو آهي.
- دعا الله تعاليٰ سان تعلق کي مضبوط ڪندي آهي.
- دعا قوتِ اراديءَ کي مضبوط ۽ مُستحڪم ڪري ٿي.
- دعا دل ۽ دماغ جي يقين جي ڪيفيتن کي وڌائي ٿي.
- دعا سان الله تعاليٰ جي قوّت ۽ طاقت تي اعتماد ۾ واڌارو ٿئي ٿو.

جيئن ته دعا ۾ عاجزي ۽ انڪساري هوندي آهي، جيئن هٿن کي مٿي ڪڻڻ، اخلاص سان دعا گهرڻ، پنهنجي هيٺائي ۽ گناهن جو اعتراف ڪرڻ، اهي سڀئي شيون تڪبّر ۽ وڏائيءَ جي جذبن کي ختم ڪن ٿيون، جنهن جي نتيجي ۾ سڀئي عمل عاجزي ۽ انڪساريءَ کي وڌائين ٿا.

## سبق جو خلاصو

- دعا هڪ اهم عبادت آهي. دعا عبادت جو روح آهي.
- دعا انسان جي عاجزيءَ کي ظاهر ڪري ٿي.
- دعا ڏکيائين جي وقت ۾ انسان لاءِ قيمتي سهارو آهي.
- دعا الله تعاليٰ کان ئي گهرجي.
- هر پيغمبر الله تعاليٰ کان ئي دعا گهري آهي ۽ پنهنجي امت کي الله تعاليٰ کان دعا گهرڻ جي تلقين ڪئي آهي.

- رسول الله ﷺ جن جي پسنديده دعائن جو ترجمو خوشخطيءَ سان پنهنجي پنهنجي ڪاپين تي لکو.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- دعا ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ان جي معنىٰ ڇا آهي؟

٢- دعا ڇاڪاڻ گهرجي؟

٣- دعا جي قبول ٿيڻ جون صورتون ڪهڙيون آهن؟

٤- دعا ڪنهن کان گهرجي؟

٥- دعا جي فضيلت بيان ڪريو.

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- دعا جي لفظي معنىٰ آهي:

(الف) پڙهڻ (ب) ڏيڻ

(ج) پڪارڻ (د) سنوارڻ

٢- سبق ۾ ذڪر ڪيل حضور ﷺ جن جي پسنديده دعا آهي:

(الف) والدين جي مغفرت بابت (ب) صحت بابت

(ج) علم بابت (د) اولاد بابت

٣- دعا جي مقبوليت جون صورتون آهن:

(الف) ٻه (ب) ٽي

(ج) چار (د) پنج

٤- دعا جي حڪمت آهي ته اها انسان کي:

(الف) حوصلو ڏئي ٿي (ب) صرف مالدار بڻائي ٿي

(ج) والدين جي راضپي جو ذريعو بڻجي ٿي (د) صرف محبت پيدا ڪري ٿي

## ٣. خال ڀَريو:

(١) دعا هڪ اهم ________ آهي.

(٢) نبي سڳورا عَلَيْهِمُ السَّلَامُ به هر حالت ۾ انهيءَ هستيءَ کي ________ هئا.

(٣) الله تعاليٰ جو فرمان آهي ته ”مون کان ٺي ________ گهرو، آءٌ توهان جي دعا قبول ڪريان ٿو.

(٤) ڏکيائيءَ جي صورت ۾ دعا انسان لاءِ قيمتي ________ آهي.

## ٤. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- دعا جي معنيٰ آهي سڏڻ يا پڪارڻ. | | |
| ٢- اسان کي الله تعاليٰ کان دعا گهرڻ کپي. | | |
| ٣- دعا جي قبوليت جون صرف ٻه صورتون آهن. | | |
| ٤- دعا تڪبّر کي ظاهر ڪري ٿي. | | |

## ٥. ڪالم١- جي لفظن کي ڪالم٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- دعا | هڪ خالص عبادت جو عمل آهي. |
| ٢- دعا اسلامي تعليمات جي مطابق | الله تبارڪ وتعاليٰ کي پڪاريندا هئا. |
| ٣- نبي سڳورا هر حالت ۾ | رَّبِّ زِدْنِيْ عِلْمًا |
| ٤- حضور ﷺ جن جي پسنديده دعا آهي: | عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. |

شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سبق ۾ ڏنل دعائون چڱيءَ طرح ياد ڪرايون وڃن.

# ٣- زڪوٰة: (فضيلت ۽ سماجي اهميت)

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- اسلام جي هن عظيم الشان مالي عبادت جي سماجي اهميت کي چاڻي بيان ڪري سگهندا.
- زڪوٰة جي فضيلت کي بيان ڪري سگهندا ۽ ٻين کي ترغيب ڏئي سگهندا.
- وڏا ٿي صاحبِ استطاعت ٿيا تہ زڪوٰة ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

**زڪوٰة جي معنىٰ ۽ مفهوم:** زڪوٰة جي لفظي معنىٰ آهي پاڪيزگي ۽ واڌارو. اسلامي تعليمات مطابق هن جي معني آهي تہ مال جي مقرر نصاب تي مقرر شرح موجب مال ڪڍي الله تعالىٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ. جيئن تہ زڪوٰة ادا ڪرڻ سان مال پاڪ ٿئي ٿو ۽ ان سان دنيا ۽ آخرت ۾ برڪت حاصل ٿئي ٿي، انهيءَ ڪري هن کي ”زڪوٰة“ چئجي ٿو.

**زڪوٰة جي فضيلت:** جسماني عبادتن ۾ جهڙيءَ طرح نماز جي سڀ کان وڌيڪ فضيلت آهي، اهڙيءَ طرح مالي عبادتن ۾ زڪوٰة جي فضيلت اهم آهي. نماز الله تعالىٰ جي حقن ۾ سرفهرست آهي، تہ زڪوٰة ٻانهن جي حقن ۾ سڀني کان مقدم آهي. قرآن مجيد ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي نماز سان گڏ ۽ ڪٿي ڪٿي الڳ زڪوٰة جو ذڪر آيو آهي. زڪوٰة جو حڪم ڏيندي الله تعالىٰ فرمائي ٿو:

خُذْ مِنْ اَمْوَالِهِمْ صَدَقَةً تُطَهِّرُهُمْ وَ تُزَكِّيْهِمْ بِهَا (التوبه: ١٠٣)

سندن مالن مان زڪوٰة وصول ڪر تہ اُن سان کين (ظاهر ۾ بہ) پاڪ ڪندو رهين ۽ کين (باطن ۾) سٺو ڪندو رهين.

زڪوٰة جي مال ۾ برڪت جي سلسلي ۾ هڪ هنڌ ارشاد ٿيل آهي:

”جيڪي (ماڻهو) پنهنجا مال الله جي واٽ ۾ خرچيندا آهن تن جو مثال انهيءَ داڻي جي مثال وانگر آهي جو ست سنگ ڄمائي هر هڪ سنگ ۾ سؤ داڻا هجن، ۽ الله جنهن کي گهرندو آهي (تنهن کي) ٻيڻو ڏيندو آهي، ۽ الله (مهربانيءَ ۾) ڪشادگي وارو، ڄاڻندڙ آهي“.

حضور ﷺ جن سن ٩ هجري ۾ جڏهن حضرت معاذ رضي الله تعالیٰ عنه کي اسلام جو داعي بڻائي يمن ڏانهن موڪلڻ وقت ڪيس جيڪي فرض ٻڌايا، انهن مان هڪ هيءُ به هو ته:

”تون انهن کي ٻڌاءِ ته الله تعالیٰ انهن جي مال تي زڪٰوة فرض ڪئي آهي، جيڪا انهن جي دولتمندن کان وٺي انهن جي غريبن ۾ ڏني ويندي“.

زڪٰوة ان مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض ٿئي ٿي، جنهن وٽ پنهنجي بنيادي ضرورتن کان سواءِ ساڍا ست تولا سون يا ساڍا ٻاونجاهه تولا چانديءَ جو نصاب يا ان جي برابر رقم يا واپار جو سامان موجود هجي ۽ اهو ان وٽ هڪ سال تائين موجود رهي. ان تي اڍائي سيڪڙو جي حساب سان زڪواة فرض ٿئي ٿي.

**زڪٰوة جا مَصارِف:** زڪٰوة جي رقم هيٺين آٺن هنڌن تي خرچ ڪري سگهجي ٿي. ان حوالي سان قرآن مجيد ۾ ارشاد ٿيل آهي:

اِنَّمَا الصَّدَقٰتُ لِلْفُقَرَآءِ وَ الْمَسٰكِيْنِ وَ الْعٰمِلِيْنَ عَلَيْهَا وَ الْمُؤَلَّفَةِ قُلُوْبُهُمْ وَ فِي الرِّقَابِ وَ الْغٰرِمِيْنَ وَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَ ابْنِ السَّبِيْلِ ؕ فَرِيْضَةً مِّنَ اللّٰهِ ؕ وَ اللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ۝٦٠ (التوبه: ٦٠)

صدقا رڳو فقيرن ۽ مسڪينن ۽ ان جي اُڳاڙي ڪندڙن ۽ جن (نئين مسلمانن) جون دليون (اسلام ڏانهن) جوڙيون آهن (تن لاءِ) ۽ ٻانهن جي آزاد ڪرڻ ۾ قرضين ۽ الله جي واٽ ۾ (جهاد ڪرڻ) ۽ مسافرن لاءِ آهن، (اِهو) الله (جي پار) کان حُڪم ٿيل آهي ۽ الله ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهي.

**زڪٰوة جي سماجي اهميت:** زڪٰوة اسلام جو هڪ اهڙو سماجي حڪم آهي جو زڪٰوة ادا نه ڪندڙن جي خلاف حڪومت جي طرفان قانوني ڪارروائي ڪئي ويندي. اسلامي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو، ته حضرت ابوبڪر صِدّيق رضي الله تعالیٰ عنه جڏهن خليفا چونڊيا ويا ته ڪجهه ماڻهن زڪٰوة ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو تڏهن پاڻ رضي الله تعالیٰ عنه صحابن سڳورن رضي الله عنهم جي مشوري سان انهن جي خلاف جهاد جو اعلان ڪيائون، ايستائين جو اهي زڪٰوة ڏيڻ تي آماده ٿيا. حضرت ابوبڪر صِدّيق رضي الله تعالیٰ عنه جا تاريخي لفظَ هي هئا:

”الله جو قسم! آءٌ انهن ماڻهن سان ضرور وڙهندس، جيڪي نماز ۽ زڪٰوة ۾ فرق ڪن ٿا. زڪٰوة مال جو حق آهي، الله جو قسم! جيڪڏهن هو مون کي ٻڪريءَ جو هڪ ٻچو، جيڪو اهي الله جي رسول ﷺ کي ڏيندا هئا، نه ڏيندا ته آءٌ ضرور انهن سان وڙهندس“.

**زڪوٰة ادا ڪرڻ جا فائدا:** اسلامي قانون مطابق جيڪڏهن زڪوٰة جي نظام تي صحيح طور تي عمل ڪيو وڃي ته سماج مان غربت بہ ختم ٿي سگهي ٿي ۽ ملڪ ۽ قوم ترقي ڪري سگهن ٿا. ان ڪان سواءِ سماج مان ڪنجوسي، لالچ، خودغرضيءَ جهڙين تباهہ ڪندڙ اخلاقي بيمارين مان پڻ ڇوٽڪارو ٿئي ٿو، جنهن جي ڪري سماج ۾ امن، سڪون ۽ پاڻ ۾ ڀائيچاري ۽ محبت ڪي هٿي ملي ٿي. حضور اڪرم ﷺ ۽ اصحاب سڳورن رضي الله عنهم جي دور ۾ جڏهن زڪوٰة جي نظام تي باقاعده طور عمل ڪيو ويو ته صرف ڪجهہ سالن ۾ اسلامي سلطنت ۾ خوشحالي عام ٿي پئي. اسان جي وطن پاڪستان ۾ زڪوٰة جي نظام تي سختيءَ سان عمل ڪيو وڃي ته ٿوري وقت ۾ اسان جي وطن مان غربت جو خاتمو ٿيندو ۽ هيءُ ملڪ ترقيءَ جي واٽ ڪي پهچندو.

**زڪوٰة ادا نہ ڪرڻ جا نقصان:** زڪوٰة ادا نہ ڪندڙن جي باري ۾ قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

وَ الَّذِيۡنَ يَكۡنِزُوۡنَ الذَّهَبَ وَ الۡفِضَّةَ وَ لَا يُنۡفِقُوۡنَهَا فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ ۙ فَبَشِّرۡهُمۡ بِعَذَابٍ اَلِيۡمٍ ۙ﴿۳۴﴾ يَّوۡمَ يُحۡمٰى عَلَيۡهَا فِىۡ نَارِ جَهَنَّمَ فَتُكۡوٰى بِهَا جِبَاهُهُمۡ وَ جُنُوۡبُهُمۡ وَ ظُهُوۡرُهُمۡ‌ؕ هٰذَا مَا كَنَزۡتُمۡ لِاَنۡفُسِكُمۡ فَذُوۡقُوۡا مَا كُنۡتُمۡ تَكۡنِزُوۡنَ ﴿۳۵﴾ (التوبه: ۳۴-۳۵)

۽ جيڪي سون ۽ چانديءَ جو خزانو گڏ ڪندا آهن ۽ اُهو الله جي واٽ ۾ نہ خرچيندا آهن تن کي ڏکوئيندڙ عذاب جي خبر ڏي .جنهن ڏينهن (سندن مال) دوزخ جي باهہ ۾ تپائبو، پوءِ اُن سان سندن پيشانيون ۽ سندن پاسريون ۽ سندن پٺيون ڏنبيون، (چئبن تہ) هيءُ اُهو (خزانو) آهي جيڪو پاڻ لاءِ گڏ ڪيو هيوَ( ان جو) مزو چکو.

ان ڪان سواءِ زڪوٰة ادا نہ ڪرڻ جا دنيا ۾ گهڻا نقصان آهن، جن مان ڪجهہ هي آهن:

- اسلامي حڪومت زڪوٰة ادا نہ ڪرڻ وارن جي خلاف قانوني ڪارروائي ڪري سگهي ٿي.
- زڪوٰة ادا نہ ڪرڻ سان دولت صرف ڪجهہ ماڻهن جي هٿن تائين محدود ٿئي ٿي.
- زڪوٰة ادا نہ ڪرڻ سان طبقاتي ڇڪتاڻ پيدا ٿئي ٿي.
- زڪوٰة ادا نہ ڪرڻ سان مال مان برڪت ختم ٿئي ٿي.

اسان کي ان مان اهو سبق مليو تہ اسان زڪوٰة ادا ڪري الله تعاليٰ جو راضپو حاصل ڪريون ۽ سماج ۾ ضرورتمندن ۽ محتاج ماڻهن جي ضرورت پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون، تہ جيئن سماج ڪنجوسي، لالچ ۽ خودغرضيءَ ڪان پاڪ ٿئي.

## سبق جو خلاصو

- زڪوٰة اسلام جي هڪ اهم مالي عبادت آهي، جيڪا ٻانهن جي حقن مان سرِفهرست آهي.
- زڪوٰة اميرن تي فرض ڪئي وئي آهي.
- قرآن ۽ حديث ۾ زڪوٰة ادا ڪرڻ جي سخت تاڪيد ڪئي وئي آهي. زڪوٰة ادا نہ ڪرڻ وارن جي خلاف حڪومت قانوني ڪارروائي ڪري سگهي ٿي.
- زڪوٰة جي نظام کي لاڳو ڪرڻ سان سماج مان غربت ختم ٿئي ٿي ۽ ڪنجوسي ۽ لالچ جهڙين اخلاقي بيمارين مان ڇوٽڪارو حاصل ٿئي ٿو ۽ همدردي ۽ ڀائيچاري جو ماحول وڌي ٿو.

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي گھرجي تہ زڪوٰة جي مصارف جي آيت ترجمي سميت خوشخطيءَ سان لکن.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- زڪوٰة جي لفظي معنىٰ ڇا آهي؟

٢- زڪوٰة جي اصطلاحي معنىٰ ڇا آهي؟

٣- زڪوٰة جا مصارف ڪيترا آهن؟ انهن مان ڪي بہ ٽي بيان ڪريو.

٤- زڪوٰة جو نصاب بيان ڪريو.

٥- زڪوٰة جا ڪي بہ ٻہ سماجي فائدا ٻڌايو.

### ٢. خال ڀَرِيو:

(ا) مالي عبادتن ۾ __________ جي سڀ کان وڌيڪ فضيلت آهي.

(٢) زڪوٰة ادا نہ ڪندڙن جي خلاف __________ جي طرفان قانوني ڪارروائي ڪري سگهجي ٿي.

(۳) زڪوٰة ادا نه ڪرڻ سان ________ چڪتاڻ پيدا ٿئي ٿي.

(۴) زڪوٰة ادا ڪرڻ سان ڪنجوسي ۽ ________ جهڙين بيمارين مان ڇوٽڪارو ملي ٿو.

(۵) زڪوٰة تي عمل ڪرڻ سان اسان جو وطن وڏيڪ ________ جي واٽ تي هلي سگهندو.

## ۳. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ا- زڪوٰة جو نصاب ڏهه تولا سون آهي. | | |
| ۲- زڪوٰة صرف مسلمان تي فرض آهي. | | |
| ۳- زڪوٰة الله تعاليٰ جي حقن مان سرِفهرست آهي. | | |
| ۴- زڪوٰة تي عمل ڪرڻ سان سماج مان غربت ختم ٿي سگهي ٿي. | | |
| ۵- زڪوٰة جي رقم پنجن هنڌن تي خرچ ڪري سگهجي ٿي. | | |

## ۴. ڪالم ا- جي لفظن کي ڪالم ۲- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-ا | ڪالم-۲ |
|---|---|
| ا- آءُ انهن ماڻهن سان ضرور وڙهندس، جيڪي | ڪجهه سالن ۾ خوشحالي عام ٿي ويندي. |
| ۲- جڏهن زڪوٰة جي نظام تي باقاعده عمل | سرِفهرست آهي. |
| ۳- زڪوٰة پانهن جي حقن مان | نماز ۽ زڪوٰة ۾ فرق ڪن ٿا. |
| ۴- زڪوٰة مُفلسن، محتاجن | غربت ختم ٿي سگهي ٿي. |
| ۵- زڪوٰة تي عمل ڪيو وڃي ته | ۽ زڪوٰة جي ڪارڪنن جو حق آهي. |

### استادن لاءِ هدايت

- استاد صاحبن کي گهرجي ته شاگردن ۽ شاگردياڻين ۾ زڪواة ادا ڪرڻ جي فائدن ۽ ادا نه ڪرڻ جي نقصانن تي بحث ڪرائين.

باب
ٽيون

"سيرت" جي لغوي معنيٰ آهي رستو، طريقو ۽ نمونو. "سيرت" مان مراد اُهي رستا ۽ طريقا آهن، جيڪي رسول الله ﷺ جن پنهنجي زندگيءَ مبارڪ ۾ اختيار ڪيا هئا. هن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگيءَ جا سيئي شعبا اچي وڃن ٿا. حضور اڪرم ﷺ جن جا اختيار ڪيل سيئي ڪم ۽ رستا امت لاءِ "سُنّت" آهن، جن تي عمل ڪرڻ امت لاءِ ضروري آهي.

"طَيِّبَه" جي معني آهي "پاڪ". يعني حضور ﷺ جن جا پاڪ رستا ۽ طريقا.

هن باب ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي سيرت مبارڪ مان فتح مَڪّه، غزوهٔ حُنين، غزوهٔ تبوڪ، خُطبهٔ حجّة الوداع ۽ وصال تي سبق ڏنا ويا آهن.

شاگرد ۽ شاگردياڻيون سيرت جي هنن پنجن سبقن پڙهڻ کان پوءِ ڄاڻي سگهندا تہ اعلاء ڪلمة الله لاءِ حضور ڪريم ﷺ جن کي ڪيتريون تہ مصيبتون برداشت ڪرڻيون پيون. فتوحات جي موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ جو طريقو مبارڪ ڪهڙو هوندو هو. جنگي قيدين سان ڪهڙيءَ طرح سلوڪ ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح حجّة الوداع جي موقعي تي حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجي خطبي ۾ جيڪو تاريخي خطاب فرمايو هو، جنهن جي حيثيت حقوق العباد ۾ هڪ اهم ۽ انساني منشور جي آهي، ان کان واقف ٿي سگهندا. آخر ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ڏکائيندڙ واقعي وصال بابت پڻ آگاهه ٿي سگهندا.

# حضرت مُحَمَّد ﷺ جن جي زندگي مبارڪ

## (فتح مَڪّه کان وصال تائين)

## ١- فتح مڪّه

### سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- حضور اڪرم ﷺ جن جي زندگيءَ جي اهم ۽ ڪامياب ترين واقعي يعني فتح مڪّه کي ڄاڻي ۽ ٻڌائي سگهندا.
- هن واقعي جي صحيح پسمنظر ۽ سببن کي بيان ڪري سگهندا.
- فتح مڪه جي نتيجن کي آڏو رکي عملي زندگي گذاري سگهندا.

**فتح مڪّه جو پسمنظر:** سن ٦ هجري ۾ حُديبيه جي هنڌ مسلمانن ۽ مڪي جي قريش جي وچ ۾ ڏهن سالن لاءِ امن ۽ سلامتيءَ جو ٺاهه ٿيو هو. هن ٺاهه ۾ هڪ شرط اهو به هو ته جيڪو قبيلو جنهن ڌر کي چاهي پنهنجو حَليف بڻائي سگهي ٿو. ان شرط موجب بنو خُزاعه قبيلي مسلمانن کي حليف بڻايو ۽ بنوبڪر قبيلي قريش کي. بنوبڪر قبيلي جي بنوخزاعه قبيلي سان پراڻي دشمني هلي رهي هئي، جنهن جي ڪري هنن بنوخزاعه قبيلي تي اوچتو حملو ڪيو. بنوخزاعه وارن ڪعبي ۾ وڃي پناهه ورتي، ته جيئن بچي سگهن، پر بنوبڪر وارن ڪعبي جي حُرمت کي پامال ڪندي، انهن جا گهڻا ماڻهو ماري ڇڏيا.

بنوبڪر جو اهو حملو صلح حديبيه جي پڌري ڀڃڪڙي هو، جيڪو ڪهڙي طريقي به برداشت جوڳو نه هو. بنوخزاعه وارن ٺاهه مطابق حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي مدد جي درخواست ڪئي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن هڪدم هڪ ايلچيءَ ذريعي قريش وٽ هيٺيان ٽي شرط موڪليا:

١- بنوخزاعه جي قتل ٿيل ماڻهن جو خون بها ادا ڪيو وڃي.

٢- مڪي جا قريش بنوبڪر قبيلي جي حمايت تان هٿ کڻن.

٣- يا صُلح حُديبيه کي ختم ڪيو وڃي.

مڪي جي قريش وڏائيءَ ۾ اچي ٽيئون شرط قبول ڪندي صُلح حُديبيه کي ٽوڙي ڇڏيو. قريش جي ان غداريءَ سبب پاڻ سڳورا ﷺ انهن تي حملي ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي پيا.

**مَڪي ڏانهن اڳڀرائي:** اهڙي صورتحال جي آڌو حضور ڪريم ﷺ سنه٨هجري ۾ ڏهه هزار اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جو لشڪر وٺي مڪه مڪرّمه ڏانهن روانا ٿيا ۽ مَرّ الظّهران ۾ نزول فرمايائون. حضور ﷺ جن پنهنجي لشڪر کي چئن الڳ حصن ۾ ورهايو ۽ هر حصي جو الڳ سپه سالار مقرر فرمايو:

١- پهريون حصو حضرت زبير بن عوام رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾، جنهن کي حضور ڪريم ﷺ جن مکي جي مٿانهين حصي کان داخل ٿيڻ جو حڪم فرمايو.

٢- ٻيو حصو حضرت خالد بن وليد رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾، جنهن کي نبي اڪرم ﷺ جن مڪي جي هيٺانهين حصي کان داخل ٿيڻ جو حڪم فرمايو.

٣- ٽيون حصو حضرت ابوعبيده بن جراح رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾، جنهن کي پاڻ سڳورن ﷺ جن مڪي جي اُيرندي حصي کان داخل ٿيڻ جو حڪم فرمايو.

٤- چوٿون حصو حضرت سعد بن عباده رضي الله عنه جي اڳواڻيءَ ۾، جنهن کي حضور ڪريم ﷺ جن مڪي جي اُلهندي حصي کان داخل ٿيڻ جو حڪم فرمايو.

قريش کي جڏهن ان ڳالهه جي خبر پئي ته هنن تحقيق لاءِ ابوسفيان، حڪيم بن حزام ۽ بُدَيل بن ورقاء (جيڪي ان وقت تائين مسلمان نه ٿيا هئا) کي موڪليو. اهي جاچ ڪندي مَرّ الظّهران پهتا، جيڪو مڪه مُڪرّمه کان ١٦ ميلن جي فاصلي تي آهي. حضرت عباس رضي الله عنه جڏهن ابوسفيان کي ڏٺو ته سندس جان بچائڻ لاءِ کيس حضور ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ وٺي ويو. حضرت عباس رضي الله عنه جي ترغيب سان هو مسلمان ٿيو. هن موقعي تي حضور ﷺ جن هڪ اهڙي جنگي حڪمت عملي اختيار فرمائي، جنهن سان جانيون ضايع نه ٿين. لشڪر جنهن ميدان ۾ ترسيو هو، حضور ﷺ جن انهن کي حڪم فرمايو ته هر خيمي وٽ باهه ٻاري وڃي، ته جيئن لشڪر وڏيڪ ڏسڻ ۾ اچي ۽ قريش مقابلي ڪرڻ کان ڊڄي وڃن. اهڙيءَ طرح نبي ڪريم ﷺ جن لشڪر کي مڪه مڪرّمه ۾ چئني طرفن کان داخل ٿيڻ جو حڪم فرمايو، جنهن سان قريش ويتر ڊڄي ويا. انهيءَ موقعي تي حضور ﷺ اعلان ڪرايو ته جيڪو شخص به ابوسفيان جي گهر ۾ پناهه وٺندو، کيس معاف ڪيو ويندو. جيڪو پنهنجي گهر جو دروازو بند ڪندو، ان کي به ڇڏيو ويندو ۽ جيڪو ڪعبي ۾ پناهه وٺندو، ان کي پڻ معاف ڪيو ويندو. انهيءَ بهترين حڪمت عمليءَ جي نتيجي ۾ مسلمانن جو وڏو

لشڪر مخالفن جي رت وهائڻ کان سواءِ فتحياب ٿي مڪي ۾ داخل ٿيو. پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪعبي جو طواف ڪيو ۽ حَجر اسود کي چمي ڏنائون ۽ پنهنجي ڪمان سان ڪعبي ۾ رکيل سيني بتن کي ڪيرائي قرآن مجيد جا هي لفظ هر هر پڙهي رهيا هئا:

جَآءَ الْحَقُّ وَ زَهَقَ الْبَاطِلُ ؕ اِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوْقًا ﴿۸۱﴾ (بني اسرائيل: ۸۱)

سچ آيو ۽ ڪوڙ ڀڳو، ڇوته ڪوڙ ڀڄندڙ آهي.

**فتح مڪّه جو نتيجو:** حضور ﷺ جن نظر ڪڻي ڏٺو ته مڪي جا قريش سامهون بيٺا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ انهن ڏانهن متوجه ٿيا ۽ فرمايائون: "توهان جو ڪهڙو خيال آهي، آءٌ توهان سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ وارو آهيان؟" هنن چيو ته توهان نيڪ انسان ۽ نيڪ انسان جا پُٽ آهيو، توهان مان اسان کي سٺي اميد آهي. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته: "وڃو توهان سڀئي آزاد آهيو". رحمة للعالمين ﷺ جن جي اها ڪشاده دلي ۽ سهڻو سلوڪ ڏسي مڪي جا قريش مسلمان ٿي پيا. اهڙيءَ طرح بنا رت وهڻ جي نه صرف مڪو فتح ٿيو، پر مڪي جي رهواسين جون دليون پڻ فتح ٿي پيون. هيءَ فتح دنيا جي تاريخ ۾ بيمثال فتح آهي.

اسان کي هن سبق مان اهو پيغام ملي ٿو ته دشمن يا مخالف کان بدلو وٺڻ بهتر ناهي، پر دشمن کي معاف ڪرڻ بهتر ۽ سٺي ڳالهه آهي ۽ وعدو ٽوڙڻ کان بچجي، ڇاڪاڻ ته وعدي جي ڀڃڪڙيءَ سان وڏي سزا ملي ٿي.

## سبق جو خلاصو

- مڪه مڪرّمه جي قريش جي بدعهدي ۽ غداريءَ سبب مسلمانن حضور ﷺ جن جي اڳواڻيءَ ۾ سنہ ٨ هجري ۾ مڪه مڪرّمه ڏانهن اڳيرائي ڪئي. پاڻ سڳورن ﷺ سان ڏهه هزار جان نثار اصحاب سڳورا رضي الله عنهم گڏ هئا.
- حضور اڪرم ﷺ جن جي جنگي حڪمت عملي ۽ بيمثال سهڻي ورتاءَ سبب نہ صرف مَڪه مڪرّمه بنا رت وهائڻ جي فتح ٿيو، پر مڪي جي ماڻهن جون دليون پڻ فتح ٿي پيون.

- هيءَ آيت "جَآءَ الْحَقُّ وَ زَهَقَ الْبَاطِلُ ۚ اِنَّ الْبَاطِلَ كَانَ زَهُوْقًا" ترجمي سان خوشخط لکي ڪلاس جي پٽ تي ٽنگيو.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- فتح مڪّه جا ڪهڙا سببَ هئا؟

٢- صُلح حُديبيه کان پوءِ ڪهڙي قبيلي مسلمانن کي پنهنجو حَليف بڻايو؟

٣- مڪي جي قريش ڪي ڪهڙي قبيلي پنهنجو حليف بڻايو؟

٤- صلح حديبيه جي پيچڪڙيءَ تي حضور ﷺ جن قريش جي سامهون ڪهڙا شرط رکيا؟

٥- فتح مڪّه کان پوءِ حضور ﷺ جن قريش سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟

## ۲. خال ڀَرِيو:

(١) حضور ﷺ سنہ ________ هجري ۾ ڏهہ هزار اصحاب سڳورن رضي الله عنهم جو لشڪر وٺي، مڪي مڪرمه ڏانهن روانا ٿيا.

(۲) حضور ﷺ جن فرمايو: "اڄ توهان تي ڪابہ ملامت ناهي، وڃو توهان سڀ ________ آهيو".

(۳) حضور ﷺ جن فرمايو: جيڪو بہ ________ جي گهر پناهہ وٺندو تہ ان کي معاف ڪبو.

(۴) فتح مڪّه دنيا جي تاريخ ۾ هڪ بيمثال ________ آهي.

(۵) سچ آيو ۽ ________ ڀڳو.

## ۳. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- بنوخُزاعه قبيلي مسلمانن کي حَليف بڻايو. | | |
| ۲- حضور ﷺ سنہ ٨ هجري ۾ مڪه مڪرّمه فتح ڪيو. | | |
| ۳- جيڪو بہ حضرت عباس رضي الله عنه جي گهر ۾ پناهہ وٺندو، ان کي معاف ڪيو ويندو. | | |
| ۴- جيڪو پنهنجي گهر جو دروازو بند ڪندو، ان کي ماريو ويندو. | | |
| ۵- ابوسفيان حضرت عباس رضي الله عنه جي ترغيب سان مسلمان ٿيو. | | |

## ۴. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ۲ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-۲ |
|---|---|
| ١- حضور ﷺ جن لشڪر کي مڪي ۾ | بند ڪندو، ان کي ڇڏي ڏبو. |
| ۲- مسلمانن جو وڏو لشڪر | ان کي معاف ڪيو ويندو. |
| ۳- جيڪو شخص پنهنجي گهر جو دروازو | چئني طرفن کان داخل ٿيڻ جو حڪم ڏنو. |
| ۴- جيڪو شخص ڪعبي ۾ پناهہ وٺندو | بنا رت وهائڻ جي مڪه مڪرّمه ۾ داخل ٿيو. |

## استادن لاءِ هدايت

- فتح مڪه جي موقعي تي حضورﷺ جن جيڪو خطبو ارشاد فرمايو هو، ان جا لفظَ سيرت جي ڪتابن مان ڏسي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ٻڌايو.

مسجد فتح، جتي حضور ﷺ جن فتح مڪه جي موقعي تي پنهنجي لشڪر کي حڪم فرمايو هو ته هر خيمي وارو الڳ باهه ٻاري.

# ٢- غزوهٔ حُنين

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- اسلامي تاريخ ۽ سيرت طَيّبه جي روشنيءَ ۾ غزوهٔ حُنين جي واقعي کان آگاهه ٿي بيان ڪري سگھندا.
- غزوه حُنين جي پسمنظر ۽ نتيجن کي لکي سگھندا ۽ سبق مان حاصل ٿيل پيغام تي عمل ڪري سگھندا.

## غزوه حُنين جو پسمنظر ۽ واقعا:

مڪه مڪرّمه ۽ طائف جي وچ ۾ حُنين جي نالي سان هڪ وادي آهي، جتي عرب جا ٻه مشهور ويڙهاڪ قبيلا بنو هَوازن ۽ بنو ثَقيف آباد هئا. پنهنجي جسماني طاقت ۽ جنگي مهارت تي انهن کي وڏو هَٺُ هو. مسلمانن جڏهن مڪه مڪرّمه کي فتح ڪيو ۽ مڪي جي قريش جي طاقت کي ختم ڪيو ته انهن کان اها ڳالهه برداشت نه ٿي سگهي ۽ هو مسلمانن سان فيصلائتي جنگ ڪرڻ جون تياريون ڪرڻ لڳا. حضور ﷺ کي انهن جي جنگي تياري ۽ چرپر جي خبر پئجي وئي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن تحقيق لاءِ حضرت عبداللّٰه بن ابي حَدرد رضي الله تعالیٰ عنه کي موڪليو. جڏهن بنوهوازن ۽ بنوثقيف جي ناپاڪ ارادن جي تصديق ٿي ته پاڻ سڳورن انهن جي خلاف ڪارروائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. بنوهَوازن ۽ بنو ثقيف جي قبيلن حُنين جي ويجهو ويجهو وادي اَوطاس ۾ پنهنجا خيما کوڙيا. فتح مڪّه کان پوءِ حضور اڪرم ﷺ جن ٻارهن هزار جو لشڪر وٺي سنه٨ هجري ۾ مڪه مڪرمه مان روانا ٿيا. هن لشڪر ۾ ڏهه هزار جو اهو لشڪر هو، جيڪو فتح مڪّه وقت پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هو ۽ ٻه هزار نوان مسلمان ٻه، جيڪي فتح مڪّه جي موقعي تي مسلمان ٿيا هئا، سي به هن

لشڪر سان گڏ هيا. هيءُ پهريون موقعو هو، جنهن ۾ مسلمانن جو ايڏو وڏو تعداد هيو. انهيءَ ڪري ڪجهه مسلمان ماڻهن جي دلين ۾ اها ڳالهه اچي وئي ته جڏهن اسان ٿوري تعداد ۾ هئاسين ته اسان ڪامياب ٿيندا رهندا هئاسين، هاڻي ته اسان جو تعداد به وڌيڪ آهي، انهيءَ ڪري هن جنگ ۾ اسان جي سوڀ ضرور ٿيندي. اهي لفظ الله تعاليٰ جي ڀروسي ۽ توڪّل جي خلاف هئا، انهيءَ ڪري ڪجهه دير جي لاءِ مسلمان الله تعاليٰ جي مدد کان محروم رهجي ويا. ان سلسلي ۾ قرآن مجيد ۾ ارشاد ٿيل آهي:

لَقَدْ نَصَرَكُمُ اللّٰهُ فِیْ مَوَاطِنَ كَثِیْرَةٍۙ وَّ یَوْمَ حُنَیْنٍۙ اِذْ اَعْجَبَتْكُمْ كَثْرَتُكُمْ فَلَمْ تُغْنِ عَنْكُمْ شَیْــٴًـا وَّ ضَاقَتْ عَلَیْكُمُ الْاَرْضُ بِمَا رَحُبَتْ ثُمَّ وَلَّیْتُمْ مُّدْبِرِیْنَۚ۝۲۵ ثُمَّ اَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِیْنَتَهٗ عَلٰى رَسُوْلِهٖ وَ عَلَى الْمُؤْمِنِیْنَ وَ اَنْزَلَ جُنُوْدًا لَّمْ تَرَوْهَا وَ عَذَّبَ الَّذِیْنَ كَفَرُوْاؕ وَ ذٰلِكَ جَزَآءُ الْكٰفِرِیْنَ۝۲۶ (التوبه: ۲۵-۲۶)

” بيشڪ الله اوهان کي گهڻن هنڌن ۾ سوڀ ڏني ۽ (پڻ جنگ) حُنين جي ڏينهن جو جڏهن اوهان جي گهڻائي اوهان کي عجب ۾ وڌو ۽ اوهان کان اوهان جي گهڻائي ڪجهه به ٽاري نه سگهي ۽ زمين پنهنجي ويڪرائي هوندي (به) اوهان تي سوڙهي ٿي وئي پوءِ اوهين پُٺيرا ٿي ڦريؤ . وري الله پنهنجي پار کان سڪون پنهنجي پيغمبر تي ۽ مؤمنن تي لاٿو ۽ (ملائڪن جو) لشڪر لاٿائين جن کي نه ٿي ڏٺوَ ۽ ڪافرن کي سزا ڏنائين ۽ اِها ڪافرن جي سزا آهي “ .

ڪافرن وڏي مهارت سان تيراندازن کي ٽڪرين ۽ لَڪن جي پٺيان لڪايو هو، جن اوچتو مسلمانن تي تيرن جو مينهن وسائي ڇڏيو. مسلمانن جون اڳيون صفون ڇڙوڇڙ ٿي ويون، جن ۾ نوان مسلمان به هئا. ان وقت الله تعاليٰ جا رسول ﷺ ۽ سندن ڪجهه جان نثار صحابه جمي بيهي رهيا. حضور ﷺ جن حضرت عباس رضي الله عنه کي فرمايو ته مسلمانن کي آواز ڏئي. هن ڇڙوڇڙ ٿيندڙ مسلمانن کي آواز ڏنو. اهو آواز ٻڌندي ئي اهي سيئي يڪدم واپس آيا. هن نازڪ موقعي تي حضور ﷺ جن پنهنجي سواريءَ تان لٿا ۽ نبوّت جي جلال ۾ فرمائي رهيا هئا:

أَنَا النَّبِيُّ لَا كَذِبْ أَنَا ابْنُ عَبْدِ الْمُطَّلِبْ

آءٌ نبي آهيان، اهو ڪوڙ ناهي. آءٌ عبدالمطلب جو پُٽ آهيان.

**نتيجو:** هاڻي مسلمان پنهنجو پاڻ کي سنڀالي چڪا هئا ۽ پاڻ ۾ گڏجي اهڙي ته بهادريءَ سان وڙهيا، جو ڪافرن کي شڪست ٿي. انهن جا ماڻهو ميدان ڇڏي ڀڄي ويا ۽ مسلمانن کي تمام گهڻو غنيمت جو مال هٿ آيو. باقي بچيل ماڻهو قيدي بڻيا. بنوهوازن قبيلي جي درخواست تي رحمة للعالمين ﷺ پنهنجي حصي جا قيدي آزاد ڪري ڇڏيا. پاڻ سڳورن ﷺ جي پيرويءَ ۾ صحابه سڳورن رضي الله عنهم به پنهنجي حصي جا قيدي آزاد ڪيا. حضور ﷺ جن ۽ مسلمانن جي ان شاندار سهڻي ورتاءَ کي ڏسندي ڪوڙ سارا ڪافر مسلمان ٿي پيا.

هن سبق مان اسان کي اهو پيغام مليو ته الله تعاليٰ جي مدد کي ڇڏي پنهنجي پاڻ تي ڀروسو ڪرڻ الله تعاليٰ کي ڪنهن به حال ۾ پسند ناهي. تڪليفن ۽ مصيبتن ۾ صبر ۽ استقامت ڇڏڻ نه گهرجي ۽ الله تعاليٰ جي مدد تي ڀروسو ۽ پورو يقين رکڻ گهرجي.

## سبق جو خلاصو

- مڪه مڪرّمه جي عظيم الشان فتح ۽ مڪه مڪرّمه جي قريشن جي ناڪامي ۽ شڪست ڏسي، حُنين واديءَ جا به ويڙهاڪ قبيلا بنو هَوازن ۽ بَنو ثقيف مسلمانن سان فيصلائتي جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا.
- حضور ﷺ جن ٻارهن هزار جو لشڪر وٺي سن ٨ هجري ۾ انهن سان جنگ لاءِ مڪه مڪرّمه کان روانا ٿيا. حُنين جي ويجهو خطرناڪ ويڙهه ٿي، جنهن ۾ نيٺ مسلمانن کي سوڀ ملي.
- گهٽي تعداد جي ڪري مسلمان الله تعاليٰ تي ڀروسي ۽ مدد کان غافل ٿي پيا، جنهن ڪري ٿوري دير لاءِ اُهي الله تعاليٰ جي مدد کان محروم رهجي ويا.

- شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن سبق ۾ ڏنل نقشي جي مدد سان حُنين جي هنڌ کي واضح ڪن.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- حضور ﷺ جن کي جڏهن ويڙهاڪ قبيلن جي جنگي تيارين جي خبر پئي ته پاڻ سڳورن ﷺ ڪهڙي صحابيءَ کي تحقيق لاءِ موڪليو؟

٢- غزوهٔ حُنين ۾ مسلمانن جو تعداد ڪيترو هو؟

٣- غزوهٔ حُنين ۾ ڪجهه دير جي لاءِ مسلمان الله تعاليٰ جي مدد کان ڇو محروم رهيا؟

٤- حضور ﷺ جن قبيله بنوهوازن جي قيدين سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو؟

٥- غزوهٔ حُنين مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- حُنين واقع آهي:

(الف) مدينه مُنوّره ۽ تبوڪ جي وچ ۾
(ب) مڪه مڪرمه ۽ طائف جي وچ ۾
(ج) بغداد ۽ صنعاء جي وچ ۾
(د) جده ۽ يمامه جي وچ ۾

٢- غزوهٔ حُنين واقع ٿيو:

(الف) سنہ ٤ هجري ۾
(ب) سنہ ٦ هجري ۾
(ج) سنہ ٨ هجري ۾
(د) سنہ ١٠ هجري ۾

٣- غزوهٔ حُنين جن ٻن قبيلن جي خلاف وڙهيو ويو، اُهي هئا:

(الف) بَنو هَوازن ۽ بَنو ثَقيف
(ب) بَنو قُريظ ۽ بَنو نَضير
(ج) بَنو هُذيل ۽ بَنو ڪنانه
(د) بَنو تغلق ۽ بَنو مُصطلق

٤- غزوهٔ حُنين ۾ مسلمانن جو تعداد هو:

(الف) ٥ هزار
(ب) ٨ هزار
(ج) ١٠ هزار
(د) ١٢ هزار

٥- بَنو هَوازن ۽ بَنو ثَقيف جنهن واديءَ ۾ خيما کوڙيا، اها هئي:

(الف) وادي اَوطاس
(ب) وادي حُنين
(ج) وادي ابوطالب
(د) وادي طائف

## ٣. خال ڀَريو:

(١) آءٌ نبي آهيان ۽ اهو ________ ناهي.

(٢) مسلمانن کي پنهنجي گهڻي تعداد تي ڀروسو الله تعالىٰ تي توڪل جي ________ هو.

(٣) غزوهٔ حُنين جي وقت رسول الله ﷺ جن فرمايو ته آءٌ عبدالمطلب جو ________ آهيان.

(٤) مسلمانن جي لشڪر ۾ ٻہ هزار ________________ به شامل ٿي ويا.

(٥) بَنو هَوازن ۽ بَنو ثقيف جا قبيلا حُنين ويجهو وادي ________ ۾ پنهنجا خيما کوڙيا.

۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- 'حُنين' جي ويجهو وادي ابي طالب آهي. | | |
| ٢- حضور ﷺ جن بَنو هَوازن ۽ بَنو ثقيف جي خلاف ڪارروائي ڪئي. | | |
| ٣- بَنو هَوازن قبيلي جي درخواست تي حضور ﷺ جن پنهنجي حصي جا قيدي آزاد ڪيا. | | |
| ۴- وادي حُنين ۾ بنو قُريظہ ۽ بنو نَضير آباد هئا. | | |
| ۵- حضور ﷺ جن ڏهه هزار جو لشڪر وٺي مڪي ڪان روانا ٿيا. | | |

۵. ڪالم ١- جي لفظن کي ڪالم ٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- ڪافرن جي لشڪر اوچتو مسلمانن تي | جنهن ۾ نيت مسلمانن کي سوپ ملي. |
| ٢- نبي ڪريم ﷺ جن تحقيق لاءِ | قيدي بڻيا. |
| ٣- حُنين جي ويجهو خطرناڪ ويڙهه ٿي | تيرن جو مينهن وسائي ڇڏيو. |
| ۴- ڪافرن جا ڪجهه بچيل ماڻهو | غنيمت جو مال هٿ آيو. |
| ۵- غزوه حُنين ۾ مسلمانن کي گهڻو | حضرت عبدالله بن ابي حَدرَد رضي الله عنه کي موڪليو. |

- شاگردن ۽ شاگرديائين کي حضور ﷺ جن جي تج پياڪ ڀيڻ حضرت شيماء رضي الله عنها جي واقعي بابت آگاهه ڪيو وڃي، جيڪا قيد ٿي آئي هئي.

وادي حُنين، جنهن ۾ غزوه حُنين جا شهيد دفن آهن

# ۳- غزوهٔ تبوڪ

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- اسلامي تاريخ جي هن اهم واقعي غزوه تبوڪ کان واقف ٿي بيان ڪري سگھندا.
- اها ڳالھ بيان ڪري سگھندا ته سخت ۽ ڏکين حالتن ۾ مسلمانن پنهنجي نبي اڪرم ﷺ جي حڪم تي لَبّيڪ چوندي کهڙيون ته بيمثال قربانيون پيش ڪيون.
- اعلاءِ ڪلمة الله لاءِ هر قسم جي قربانيءَ لاءِ تيار رهڻ جي ڪوشش ڪري سگھندا.

## غزوه تبوڪ جو پسمنظر:

تبوڪ جو علائقو مدينه مُنوّره کان ڏکڻ طرف اٽڪل ۵۰۰ ڪلوميٽر جي پنڌ تي واقع آهي. مسلمانن جي مسلسل فتحن ۽ خاص طور تي مڪه مڪرّمه جي فتح ۽ غزوه حُنين جي شاندار فتح ڏسي روم جي بادشاھ هِرقل کي مسلمانن جي وڌندڙ طاقت کان ڊپ محسوس ٿيو. هن مسلمانن جي طاقت ختم ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو جنگي لشڪر تيار ڪرڻ شروع ڪيو. ان جي تياريءَ جي خبر شام مان مدينه منوّره ۾ آيل واپارين جي ذريعي حضور ﷺ جن کي ملي. حضور ﷺ جن روم جي ان لشڪر جي خلاف جهاد جو اعلان ڪيو. اهو سنه ۹ هجري جو هجري جو زمانو هو. سخت گرميءَ جي موسم هئي ۽ مسلمان فتح مڪه ۽ غزوهٔ حُنين مان اجا فارغ ٿيا ئي هئا. سي کان وڏي آزمائش اها هئي

ته انهن جي فصل پچڻ ۽ لُڻڻ جو وقت ويجهو هو ۽ پنڌ به تمام گهڻو هو. انهيءَ ڪري قرآن مجيد انهن حالتن ڪي "عُسرت" يعني تنگيءَ سان تعبير ڪيو آهي. بهرحال صحابين سڳورن رضي الله عنهم ڪي دنيا جي هر شيءِ کان وڌيڪ الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ﷺ سان محبت هئي، انهيءَ ڪري هو انتهائي ڏکين حالتن ۾ به نه صرف پاڻ تيار رهيا، پر اسلامي تاريخ جي تمام وڏي مالي قربانيءَ جا مثال پڻ پيش ڪيائون.

**مسلمانن جي تاريخي مالي قرباني:** ان موقعي تي حضور اڪرم ﷺ حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه کي مدينه منوره جو نائب مقرر فرمايو. پاڻ سڳورن ﷺ حڪم فرمايو ته جنهن کي به پنهنجي سواري آهي ته اهو پاڻ سان گڏ اها سواري ڪٽي، ڇاڪاڻ ته پنڌ تمام گهڻو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جن اهو اعلان پڻ فرمايو ته غزوه جي خرچ لاءِ مالي قرباني به پيش ڪريو. اهو اعلان ٻڌندي حضرت ابوبڪر صِدّيق رضي الله تعالیٰ عنه پنهنجي گهر جو سمورو سامان کڻي اچي آقا جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. حضرت عمر فاروق رضي الله تعالیٰ عنه پنهنجي گهر جو اڌ سامان پيش ڪيو. حضرت عثمان غني رضي الله تعالیٰ عنه، جيڪي گهڻا شاهوڪار هئا، هنن نو سو اُٺ، هڪ هزار گهوڙا، ٻه سو اُوقيه (ساڍا اٺتيهه ڪلو) چاندي ۽ هڪ هزار دينار الله تعاليٰ جي واٽ ۾ پيش ڪيا. انهيءَ موقعي تي حضور ﷺ جن حضرت عثمان رضي الله تعالیٰ عنه جي هن عمل مان تمام گهڻا خوش ٿيا ۽ سندن تمام گهڻي ساراهه ڪيائون. هڪ غريب صحابي حضرت ابوعقيل انصاري رضي الله تعالیٰ عنه جيڪو کوهه مان پاڻي ڀري مزدوريءَ ۾ چار ڪلو کجيون وٺي پنهنجو گذارو ڪندو هو، ڪيس هڪ ڏينهن جي مزدوريءَ ۾ جيڪي کجيون مليون، انهن مان اڌ گهروارن کي ڏئي، باقي سڀ الله جي رسول ﷺ جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. رسول الله ﷺ کي سندن اها ادا ايتري ته وڻي، جو پاڻ سڳورن ﷺ حڪم ڏنو ته انهن کجين کي ٻئي مال جي مٿان پکيڙي ڇڏيو. حضور ﷺ جن جي انهيءَ عمل سان ان صحابي سڳوري رضي الله تعالیٰ عنه جي همٿ افزائي ٿي. اهي ته ڪجهه مثال هئا، نه ته هر صحابي سڳوري رضي الله تعالیٰ عنه پنهنجي پنهنجي وس آهر هن مالي جهاد ۾ حصو ورتو.

مسلمانن جو ٽيهه هزار جو اهو عظيم لشڪر اٽڪل چوڏهن ڏينهن کان پوءِ تبوڪ جي ميدان تي پهتو. رستي ۾ سخت گرميءَ جي ڪري لشڪر ۽ جانور ٿڪجي پيا هئا، پر حضور ﷺ جن جي دعا جي برڪت سان مينهن وسيو، جنهن سان مسلمان ڏاڍا خوش ٿيا. مسلمان ويهن ڏينهن تائين نصاريٰ جو انتظار ڪندا رهيا، پر مسلمانن جي اهڙي بهادري ۽ جاکوڙ ڏسي، نصارن تي اهڙو ته رعب ڇانئجي ويو، جو هنن جنگ جو ارادو ئي ختم ڪري ڇڏيو. حضور ﷺ جن اٽڪل پنجاهه ڏينهن کان پوءِ بنا جنگ جي سوڀارا ٿي لشڪر سان گڏ واپس مديني منوره پهتا. سندن اچڻ تي مسلمانن کي ايتري ته خوشي ٿي، جو هنن لشڪر جي ائين آجيان ڪئي، جيئن هنن حضور ﷺ جن جي هجرت جي موقعي تي ڪئي هئي.

**نتيجا:** هن غزوه مان سيني ڪافرن جي دلين تي مسلمانن جي بهادري ۽ همت جي ڪري رعب ڇانئجي ويو. آس پاس جي ڪجهه قبيلن مسلمانن سان ناهه ڪيو. هن غزوه سان مسلمانن جا حوصلا ويتر مضبوط ٿيا.

## سبق جو خلاصو

- روم جي بادشاهه جڏهن مسلمانن جي وڌندڙ طاقت کي ڏٺو ته هن سندن طاقت کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو لشڪر تيار ڪرڻ شروع ڪيو.
- سنه ۹ هجري ۾ حضور ﷺ جن ٽيهه هزار جو لشڪر وٺي مديني کان ۵۰۰ ڪلوميٽر پري تبوڪ ۾ ويهن ڏينهن تائين ترسيا.
- مسلمانن جي اهڙي بهادري ۽ جهاد جي جذبي کي ڏسي روم جي بادشاهه جا حوصلا ڇڏائجي ويا ۽ اهو مقابلي لاءِ نه آيو.
- مسلمان ۵۰ ڏينهن کان پوءِ بنا جنگ ڪرڻ جي سوڀارا ٿي مدينه منوّره ڏانهن واپس موٽي آيا.

- هن سبق مطابق شاگردَ ۽ شاگردياڻيون اصحاب سڳورن رضي الله عنهم پاران دين لاءِ ڪيل مالي قربانين جا بيا مثال پيش ڪن.

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- تبوڪ ڪٿي واقع آهي؟

٢- غزوه تبوڪ ۾ مسلمانن جو مقابلو ڪنهن سان ٿيو هو؟

٣- هن غزوه ۾ مسلمانن جو تعداد ڪيترو هو؟

٤- حضرت عثمان غني رضي الله عنه غزوه تبوڪ ۾ ڪيتري مالي قرباني ڏني؟

٥- غزوه تبوڪ ۾ جنگ ڇا ڪاڻ نه لڳي؟

٦- رسول الله ﷺ جن غزوه تبوڪ جي موقعي تي مدينه منوّره ۾ ڪنهن کي نائب بڻايو هو؟

### ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- حضور ﷺ جنهن لشڪر جي خلاف جهاد لاءِ ويا، اهو تعلق رکندو هو:

(الف) شام سان (ب) روم سان (ج) يمن سان (د) عراق سان

٢- ٻه سو اُوقيه جو مطلب آهي:

(الف) ساڍا اوڻيهه ڪلو (ب) ساڍا اٺتيهه ڪلو

(ج) ساڍا اٺيتاليهه ڪلو (د) ساڍا اٺونجاهه ڪلو

۳- تبوڪ جو علائقو مدينه مُنوّره کان پري آهي:

(الف) ٽي سؤ ڪلوميٽر (ب) چار سؤ ڪلوميٽر
(ج) پنج سؤ ڪلوميٽر (د) ڇهه سؤ ڪلوميٽر

۴- لفظ ”عُسرَت“ جي معنیٰ آهي:

(الف) ايثار (ب) محبت
(ج) تڪڙ (د) تنگي

## ۳. خال ڀَرِيو:

(١) غزوهٔ تبوڪ سان مسلمانن جا ________ ويتر مضبوط ٿي پيا.

(٢) سخت آزمائش ۽ ڏکين حالتن جي ڪري قرآن مجيد انهن حالتن کي ________ سان تعبير ڪيو آهي.

(٣) حضرت ابوبڪر صِدّيق رضي الله عنه پنهنجي گهر جو سمورو ________ کڻي آقا جي خدمت ۾ آندو.

(۴) حضرت عمر فاروق رضي الله عنه پنهنجي گهر جو ________ سامان پيش ڪيو.

(۵) مسلمانن جو اهو عظيم لشڪر اٽڪل ________ ڏينهن ڪان پوءِ تبوڪ جي ميدان ۾ پهتو.

## ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- تبوڪ جو علائقو مديني کان اٽڪل ٧٠٠ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي آهي. | | |
| ٢- غزوهٔ تبوڪ سن ٩ هجري ۾ واقع ٿيو. | | |
| ٣- روم جي بادشاهه هِرقل کي مسلمانن جي وڌندڙ طاقت کان ڊپ ٿيو. | | |
| ۴- غزوهٔ تبوڪ ۾ مسلمانن کي شڪست ٿي. | | |
| ۵- مسلمان ٢٠ ڏينهن تائين نصاریٰ جو انتظار ڪندا رهيا. | | |

**۵. ڪالم ١ - جي لفظن ڪي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.**

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
| --- | --- |
| ١- تبوڪ جو علائقو مديني کان اٽڪل | ٢٠ ڏينهن تائين نصاريٰ جو انتظار ڪندا رهيا. |
| ٢- تبوڪ جي ميدان ۾ مسلمان | اڌ ڪجيون رسول الله ﷺ جي خدمت ۾ پيش ڪيون. |
| ٣- رستي ۾ سخت گرميءَ جي ڪري | ٥٠٠ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. |
| ۴- حضرت ابوعقيل رضي الله عنه مزدوري ڪري | لشڪر ۾ جانور ٿڪجي چڪا هئا. |

## استادن لاءِ هدايت

- غزوهٔ تبوڪ جي عنوان تي شاگردن ۾ شاگردياڻين کان بحث مباحثو ڪرايو.

تبوڪ (شام) ۾ موجود هڪ ميڊيڪل ۽ انجنيئرنگ يونيورسٽي جو خوبصورت منظر

# ۴- خُطبۂ حِجَّۃُ الوَداع

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا تہ اُهي:

- حضور ﷺ جي خطبۂ حجۃ الوداع جي باري ۾ معلومات حاصل ڪري، لکي سگهندا.
- خطبۂ حجۃ الوداع جي تعليمات کي بيان ڪري سگهندا ۽ پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ اختيار ڪري سگهندا.

**خطبہ حِجّۃ الوداع جو پسمنظر:** فتح مڪّہ کان پوءِ ڪعبۃ اللّٰہ کي مشرڪاڻين رسمن کان هميشہ لاءِ پاڪ ڪيو ويو هو ۽ حضور ﷺ پنهنجي آخري غزوه جي نتيجي ۾ اسلام جي مخالف اندروني ۽ ٻاهرين طاقتن کي جهڪائي ڇڏيو هو. اهڙيءَ طرح مسلمانن کي زندگي گذارڻ جو هڪ مڪمل نظام عطا ڪيائون. ان کان پوءِ حضور اڪرم ﷺ جن مسلمانن کي اسلام جي اهم رڪن ادا ڪرڻ لاءِ سنہ ١٠ هجري ۾ حج جو ارادو فرمايائون.

اها خبر ماڻهن ۾ پکڙجي وئي ۽ هر طرف کان جان نثارن اصحاب سڳورن چاهيو تہ اهي حضور ﷺ جن جي اڳواڻيءَ ۾ حج ادا ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪن. هر طرف کان ماڻهن جا جٿا حج ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. اٽڪل سوا لک صحابي سڳورا هن عظيم سعادت کي حاصل ڪرڻ لاءِ گڏ ٿي ويا. حضور اڪرم ﷺ قربانيءَ لاءِ پاڻ سان گڏ اُٺ بہ ڪاهي هليا. ٢٦ ذيقعده تي پاڻ سڳورا ﷺ مدينہ منوّره مان روانا ٿيا. ١٠ ڪلوميٽر پري ذوالحليفه جي هنڌ تي پهچي پاڻ سڳورن ﷺ احرام جي نيت ڪئي. ۴ ذي الحجه تي حضور ﷺ مکه مڪرّمه ۾ داخل ٿيا. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جن جي نظر ڪعبي تي پئي تہ بي اختيار فرمايائون: ”اي اللّٰہ! هن گهر کي اجا وڌيڪ عزت ۽ شرف عطا فرماءِ“. ڪعبي جو طواف ڪيائون، مقام ابراهيم وٽ بہ رڪعتون نفل نماز پڙهيائون. ٨ ذي الحجه تي پاڻ سڳورا ﷺ منىٰ آيا ۽ رات اتي گذاريائون ۽ اڳيئين ڏينهن ٩ ذي الحجه تي فجر جي نماز پڙهي، پنهنجي ڏاچي قَصْواء تي سوار ٿي عرفات جي ميدان ۾ آيا. اهو حضور ﷺ جن جو آخري حج هو. انهيءَ ڪري هن کي ”حِجّۃ الوداع“ چئبو آهي.

**خطبۂ حجة الوداع جا ڪجهه اهم نڪتا:** حضور ﷺ جو اهو آخري خطبو انساني تاريخ ۾ حقوق العباد جو هڪ اهم منشور آهي، جنهن سان ايندڙ ڏينهن ۾ دنيا جي جديد تهذيب ۽ ثقافت تي نمايان اثر نروار ٿيڻ ٿا. انهيءَ ڪري اهو خطبو انساني حقن جو عظيم الشان دستور ۽ علمبردار آهي. حضور اڪرم ﷺ هن خطبي ۾ انسانيت کي جيڪا اهم تعليمات ڏني، ان مان ڪجهه چونڊ نڪتا هيٺينءَ ريت آهن:

- اي انسانؤ! منهنجون ڳالهيون غور سان ٻڌو، ٿي سگهي ٿو تہ هن سال کان پوءِ آءٌ ٻيهر توهان سان هتي نہ ملي سگهان.
- اها ڳالهہ غور سان ٻڌي ڇڏيو تہ توهان سڀ الله تعالىٰ جا ٻانها ۽ حضرت آدم عليہ السلام جو اولاد آهيو. ڪنهن عربيءَ کي عجميءَ تي ۽ ڪنهن عجميءَ کي عربيءَ تي، ڪنهن گوري کي ڪنهن ڪاري تي ۽ ڪنهن ڪاري کي ڪنهن گوري تي ڪابہ فضيلت ناهي، سواءِ پرهيزگاريءَ جي.

- سڀ مسلمان پاڻ ۾ ڀائر آهن. توهان جو رت، توهان جو مال ۽ توهان جون عزتون هڪ ٻئي تي اهڙيءَ طرح احترام جوڳيون آهن، جهڙيءَ طرح هيءُ شهر مَڪه مڪرّمه ۽ هي مهينو ذي الحجه ۽ اڄ جو هيءُ عرفه جو ڏينهن.
- جاهليت جا سمورا وياج ختم ڪيا ويا آهن ۽ سڀ کان پهريائين آءٌ پنهنجي چاچي عباس بن عبدالمطلب ﵁ جي وياج کي ختم ڪريان ٿو.
- عورتن بابت الله تعاليٰ کان ڊڄو. توهان جا عورتن تي ۽ عورتن جا توهان تي حق آهن.
- توهان جي مٿان توهان جي غلامن جا حق آهن: جيڪي توهان پاڻ کائو، انهن کي به اهوئي کارايو ۽ جيڪو توهان پاڻ پهريو، انهن کي به اهوئي پهرايو. انهن جي مٿان ايترو بار نه وجهو ۽ سندن ڪمن ۾ انهن جي مدد ڪريو.
- نماز جو خيال رکو. رمضان جا روزا رکو. مال جي زڪوٰة خوشيءَ سان ادا ڪريو. پنهنجي رب جي گهر جو حج ڪريو.
- قرض ادا ڪريو. اڌاري ورتل شيءِ انهن جي مالڪن کي واپس ڪريو.
- الله تعاليٰ هر حقدار کي وراثت ۾ ان جو حق ڏنو آهي. هاڻي ڪنهن جي لاءِ وراثت ۾ وصيت ڪرڻ جائز ناهي.

ان کان پوءِ حضور ﷺ جن ماڻهن کي فرمايو ته جيڪي ماڻهو هتي موجود ناهن، انهن کي منهنجو اهو پيغام پهچايو. آخر ۾ حضور ﷺ جن ماڻهن کان پڇيو ته ڇا آءٌ توهان تائين الله تعاليٰ جو پيغام پهچايو آهي؟ ماڻهن گڏجي چيو ته: توهان نه صرف پيغام پهچايو آهي، پر پيغام پهچائڻ جو حق پڻ ادا ڪري ڇڏيو آهي. ان تي حضور اڪرم ﷺ آسمان ڏانهن اشارو ڪندي ٽي ڀيرا فرمايائون: ”اي الله! شاهد رهجانءِ“. انهيءَ دوران قرآن مجيد جي هيءَ آيت نازل ٿي:

اَلۡيَوۡمَ اَكۡمَلۡتُ لَكُمۡ دِيۡنَكُمۡ وَ اَتۡمَمۡتُ عَلَيۡكُمۡ نِعۡمَتِىۡ وَرَضِيۡتُ لَكُمُ الۡاِسۡلَامَ دِيۡنًا ؕ (المائده: ٣)

اڄ اوهان جو دين اوهان لاءِ ڪامل ڪيم ۽ اوهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪيم ۽ اوهان لاءِ دين اسلام پسند ڪيم.

ان کان پوءِ حضور ﷺ حج جا باقي احڪام ادا ڪيا.

هن سبق مان اسان کي اهو پيغام مليو ته اسان خطبهٔ حجّة الوداع جي اهم تعليمات ۽ نڪتن تي روزاني جي زندگيءَ ۾ عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون، ته جيئن اسان جي سماج ۾ امن ۽ سڪون قائم ٿي پوي.

## سبق جو خلاصو

- حضور ﷺ جن سنہ ١٠ هجري ۾ حجة الوداع ادا ڪيو.
- حجة الوداع جي موقعي تي اٽڪل سوا لک صحابي سڳورن جو سَٽُ حضور ﷺ جن سان گڏ هو.
- انهيءَ موقعي تي حضور ﷺ جن جيڪو خطبو ارشاد فرمايو، اهو "خطبۂ حِجّة الوداع" جي نالي سان مشهور آهي.
- خطبۂ حجة الوداع انساني حقن جو هڪ عظيم الشان منشور آهي.
- خطبۂ حجة الوداع ۾ پاڻ سڳورن ﷺ هڪ عظيم نڪتو هيءُ فرمايائون تہ: توهان سڀ اللّٰه تعالىٰ جا ٻانها آهيو. ڪنهن عربيءَ کي عجميءَ تي ۽ ڪنهن عجميءَ کي عربيءَ تي، ڪنهن گوري کي ڪنهن ڪاري تي ۽ ڪنهن ڪاري کي ڪنهن گوري تي ڪابہ فضيلت ناهي، سواءِ پرهيزگاريءَ جي.

- شاگردَ ۽ شاگردياڻيون هڪ ٻئي کي حجة الوداع جا اهم نڪتا پڙهي ٻڌائين.

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- حضور اڪرم ﷺ جي هن حج کي "حِجّة الوداع" ڇا ڪاڻ چئبو آهي؟
٢- حجة الوداع ڪهڙي سنہ هجري ۾ ٿيو؟
٣- حضور ﷺ جن خطبۂ حجة الوداع جي موقعي تي غلامن جي حقن بابت ڇا ارشاد فرمايو؟
٤- خطبۂ حجة الوداع جي تاريخي حيثيت ڪهڙي آهي؟
٥- رسول اللّٰه ﷺ جن خطبۂ حجة الوداع جي موقعي تي عورتن جي حقن بابت ڇا فرمايو؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- حجة الوداع جي موقعي تي اصحاب سڳورن جو تعداد هو:

(الف) اٽڪل هڪ لک (ب) اٽڪل سوا لک

(ج) اٽڪل ڏيڍ لک (د) اٽڪل ٻہ لک

٢- حضور ﷺ جن حج جو ارادو فرمايو:

(الف) سنہ ٦ هجري ۾ (ب) سنہ ٧ هجري ۾

(ج) سنہ ٩ هجري ۾ (د) سنہ ١٠ هجري ۾

٣- حج جي سعادت ذي الحجه جي مهيني ۾ ادا ڪئي ويندي آهي:

(الف) ٤ ذي الحجه تي (ب) ٨ ذي الحجه تي

(ج) ٩ ذي الحجه تي (د) ١٠ ذي الحجه تي

٤- حجة الوداع جي خطبي جي دوران حضور ﷺ جن جاهليت جي جنهن ڳالهہ کي ختم ڪرڻ جو اعلان فرمايو، اها هئي:

(الف) قرض (ب) وياج

(ج) وراثت (د) سفارش

## ٣. خال ڀريو:

(١) ٨ ذي الحجه تي حضور ﷺ ________ ۾ آيا.

(٢) ٩ ذي الحجه تي فجر جي نماز پڙهي حضور ﷺ جن پنهنجي ڏاچي قصواء تي سوار ٿي ________ جي ميدان ۾ آيا.

(٣) حضور ﷺ جن فرمايو تہ جاهليت جي دور جا سمورا ________ ختم ڪيا ويا آهن.

(٤) حجة الوداع جو خطبو انساني حقن جو عظيم الشان ________ آهي.

۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- اٽڪل ڏهه لک اصحاب سڳورا حج لاءِ گڏ ٿيا. | | |
| ٢- حضور ﷺ جن جو هيءُ خطبو انساني تاريخ ۾ حقوق العباد جو اهم منشور آهي. | | |
| ٣- قرضدارؤ! قرض ادا نه ڪريو. | | |
| ۴- اڌاري ورتل شيءِ ان جي مالڪ کي واپس ڪريو. | | |

۵. ڪالم ١- جي لفظن کي ڪالم ٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم- ١ | ڪالم- ٢ |
|---|---|
| ١- سڀ مسلمان پاڻ ۾ | شيءِ ان جي مالڪ کي واپس ڪريو. |
| ٢- توهان تي توهان جي غلامن | رمضان جا روزا رکو. |
| ٣- قرض ادا ڪريو. اڌاري ورتل | ڀائر آهن. |
| ۴- نماز جو خيال رکو | حضرت آدم عليه السلام جو اولاد آهيو. |
| ۵- توهان سڀئي الله تعالىٰ جا ٻانها ۽ | جا حق آهن. |

## استادن لاءِ هدايت

- استاد صاحبن کي گهرجي ته شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ”عربي“ ۽ ”عجمي“ لفظن جي معنىٰ واضح ڪري ٻڌائين.

# ۵- وِصال

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق ٿيڻ جهڙا ٿي ويندا ته اُهي:

- حضور ﷺ جي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۽ لمحن جي باري ۾ بيان ڪري سگهندا.
- پياري رسول حضرت محمد ﷺ جي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۽ لمحن بابت جاڻي، لکي سگهندا.
- دنيا فاني آهي، آخرت جي تياريءَ لاءِ سنا عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

حضور ﷺ جن جي بِعثت جو مقصد ڪفر ۽ شرڪ کي ختم ڪري الله تعاليٰ جي دين کي عملي طور قائم ڪرڻ هو. قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

هُوَ الَّذِيۡٓ اَرۡسَلَ رَسُوۡلَهٗ بِالۡهُدٰى وَدِيۡنِ الۡحَقِّ لِيُظۡهِرَهٗ عَلَى الدِّيۡنِ كُلِّهٖ وَلَوۡ كَرِهَ الۡمُشۡرِكُوۡنَ ۝ (الصف:۹)

(الله) اُهو آهي جنهن پنهنجي پيغمبر کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو ته اُن کي سڀني دينن تي غالب ڪري توڙيڪ مشرڪ بڇان پائئين.

الله تعاليٰ جو اهو وعدو مڪمل ٿيو. دين پوري عرب ۾ غالب ٿي ويو. جڏهن ڪو نبي سڳورو الله تعاليٰ جي طرفان حوالي ٿيل ڪم پورو ڪندو آهي ته الله تعاليٰ کيس پاڻ وٽ گهرائيندو آهي. حضور ﷺ جن کي به اندازو ٿيو. جنهن جو اظهار پاڻ سڳورن حجة الوداع جي خطبي ۾ بين حديثن ۾ ڪيائون.

**بيماريءَ جي شروعات:** حجة الوداع کان واپسيءَ تي حضور ﷺ جن مديني منوّره آيا ۽ صفر سنه ١١ هجري جي شروعات ۾ جبل اُحد ڏانهن ويا ۽ اُحد جي شهيدن لاءِ دعا فرمايائون. واپس اچي منبر تي آيا ۽ فرمايائون:

”آءٌ الله تعاليٰ جي طرفان توهان ماڻهن تائين پيغام پهچائيندڙ آهيان. توهان شاهد رهجو. الله جو قسم! جنهن پيدا ڪيو آهي، آءٌ هن وقت پنهنجو حوض ڪوثر ڏسي رهيو آهيان ۽ مون کي ان ڳالهه جو ڊپ ناهي ته توهان مون کان پوءِ شرڪ ڪندؤ. پر مون کي ڊپ هن ڳالهه جو آهي ته توهان دنيا حاصل ڪرڻ ۾ پاڻ ۾ مقابلو ڪندؤ“.

۲۹ صفر سنہ ۱۱ هجري سومر جي ڏينهن رسول الله ﷺ جن هڪ جنازي ۾ بَقِيۡعُ الۡغَرۡقَدۡ قبرستان ويا. واپسيءَ تي رستي ۾ ئي پاڻ سڳورن ﷺ جن کي مٿي ۾ سور شروع ٿي ويو ۽ جسم ۾ گرمائش محسوس ڪيائون. اها حضور ﷺ جن جي وصال واري بيماريءَ جي شروعات هئي. بيماريءَ جي حالت ۾ سخت تڪليف جي باوجود پاڻ سڳورا ﷺ مسجد ۾ وڃي نمازن جي امامت ڪرائيندا هئا. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جڏهن بيماريءَ ۾ واڌ ٿي پئي تہ پاڻ سڳورن پنهنجي ازواج مُطهّرات رضي الله عنهن کان اجازت وٺي اُمُّ المؤمنين حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي گهر ڏانهن منتقل ٿيا. آخري ٽي ڏينهن جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ڏاڍا بيمار ٿيا تہ حضرت عائشه رضي الله عنها کي حڪم فرمايائون تہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه کي حڪم ڪريو تہ هو نماز جي امامت ڪرائي. حضرت عائشه عرض ڪيو تہ هو تہ انتهائي نرم دل شخص آهن، توهان جي جاءِ تي بيهي نہ سگهندا، پر پاڻ سڳورن ﷺ جي اصرار تي ٽن ڏينهن تائين نماز جي امامت حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه ڪرائي.

هڪ ڏينهن حضور اڪرم ﷺ جي طبيعت ڪجهه بهتر ٿي تہ پاڻ سڳورا ﷺ حضرت علي المرتضیٰ رضي الله عنه ۽ حضرت عباس رضي الله عنه جي ڪلهن جي سهاري سان مسجد ۾ آيا. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه امامت جا فرض سرانجام ڏئي رهيا هئا. هنن جڏهن آواز ٻڌو تہ پوئتي هٽڻ لڳا، پر حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه کي پنهنجي جاءِ تي بيهڻ جو اشارو فرمايو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سندن پاسي ۾ ويهي ٻنپهرن جي نماز پڙهائي.

نماز کان پوءِ حضور ﷺ جن هڪ خطبو ڏنو، جيڪو سندن زندگيءَ جو آخري خطبو هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو:

> ”الله تعالیٰ هڪ ٻانهي کي اختيار عطا فرمايو آهي تہ هو دنيا جي نعمتن کي قبول ڪري يا جيڪو الله تعالیٰ وٽ آهي، ان کي قبول ڪري، پر هن ٻانهي الله تعالیٰ وٽ جيڪا شيءِ آهي، ان کي قبول فرمايو“.

هن تقرير ۾ حضور ﷺ جن ٻيا ارشاد مبارڪ پڻ فرمايا.

**وِصال:** وصال کان هڪ ڏينهن اڳ آچر جي ڏينهن سخت تڪليف جي دوران پاڻ سڳورن ﷺ کي ياد پيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت عائشه وٽ ڪجهه اشرفيون رکرايون آهن، پاڻ سڳورن ﷺ جن حڪم فرمايو تہ انهن کي الله تعالیٰ جي واٽ ۾ خيرات ڪريو.

۱۲ ربيع الاول سنہ ۱۱ هجري سومر جي ڏينهن ٻنپهرن جي وقت حضور ﷺ جن چڱيءَ طرح

ڏنڻ ڏنو. ڏنڻ مان فارغ ٿيا تہ پاڻ سڳورن ﷺ هي الفاظ مبارڪ فرمايا:

”انهن نبين، صِدّيقَن، شهيدن ۽ صالحن سان گڏ، جن کي توهان انعام سان نوازيو. اي الله! مون کي بخشي ڇڏ، مون تي رحم فرماءِ ۽ مون کي رفيق اعلىٰ ۾ پهچاءِ. اي الله! رفيق اعلىٰ“.

حضور ﷺ جن آخري جملو ٽي ڀيرا ورجايو . انهيءَ وقت پاڻ سڳورن ﷺ جو هن دنيا مان وصال ٿيو. وصال جي وقت پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر ٽيهٺ سال هئي. هيءُ دنيا جي تاريخ جو تمام وڏو ڏکوئيندڙ وصال هو. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي جان نثارن صحابين تائين اها ڳالھ پهتي تہ گهڻن کي پاڻ سڳورن جي وصال جو يقين نہ پيو اچي. حضرت عمر فاروق رضي الله عنه محبت جي سختيءَ ۾ ايستائين چيو تہ جيڪو شخص بہ ايئن چوندو تہ حضور ﷺ جن وصال ڪري چڪا آهن تہ آءٌ ان جا هٿ پير وڍي ڇڏيندس. حضرت ابوبڪر صدّيق رضي الله عنه اچڻ کان پوءِ خطاب فرمايو ۽ هيءَ آيت تلاوت فرمايائون:

ترجمو: ”۽ مُحَمّد ﷺ صرف الله جا رسول آهن، توهان کان اڳ بہ گهڻا رسول گذري چڪا آهن، سو جيڪڏهن پاڻ سڳورن جو انتقال ٿي وڃي يا پاڻ سڳورا شهيد ٿي وڃن تہ ڇا توهان پُٺئين پيرن ڦري ويندؤ“. (آل عمران: ۱۴۴)

ان آيت جي ٻُڌڻ کان پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه جي جوش واري ڪيفيت ختم ٿي.

حضور اڪرم ﷺ جن کي بيبي عائشه رضي الله عنها جي حجري ۾ دفن ڪيو ويو، جتي هن وقت پاڻ سڳورن ﷺ جو روضو مبارڪ آهي.

اسان کي هن سبق مان اهو پيغام مليو تہ هر نفس کي موت جو ذائقو چکڻو آهي ۽ دنيا فاني آهي، انهيءَ ڪري اسان کي آخرت جي لاءِ تياري ڪرڻ گهرجي. جنهن جا اعمال سُٺا هوندا، اهو آخرت ۾ ڪامياب ٿيندو ۽ جنهن جا اعمال خراب هوندا، اهو آخرت ۾ ناڪام ٿيندو.

## سبق جو خلاصو

- حضور ﷺ جن جي بعثت جو مقصد ڪفر ۽ شرڪ کي ختم ڪري الله تعالىٰ جي دين کي عملي طور قائم ڪرڻ هو.
- الله تعالىٰ جو اهو وعدو مڪمل ٿيو ۽ دين پوري عرب ۾ غالب ٿيو.
- حجة الوداع کان پوءِ حضور ﷺ پنهنجو گهڻو وقت الله تعالىٰ جي عبادت ۾ گذارڻ لڳا.

- صفر جي مهيني جي آخري ڏينهن ۾ حضور اڪرم ﷺ بيمار ٿي پيا.
- حضور ﷺ جن بيماريءَ جي دوران نماز جي امامت جي لاءِ حضرت ابوبڪر صِدّيق رضي الله عنه کي حڪم فرمايائون.
- ١٢ ربيع الاول سنه ١١ هجري تي ٻنپهرن يا ٽنپهرن جي وقت حضور ﷺ جو هن دنيا مان وصال ٿيو.

شاگردن ۽ شاگرديائڻين لاءِ سرگرمي

- شاگردَ ۽ شاگرديائڻيون قرآن مجيد جي هيءَ آيت "هُوَ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ بِالْهُدٰى وَ دِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ وَ لَوْ كَرِهَ الْمُشْرِكُوْنَ" ترجمي سميت خوشخطيءَ سان پنهنجي پنهنجي ڪاپين ۾ لکن.

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- حضور ﷺ جن جي بِعثت جو مقصد ڪهڙو هو؟
٢- حضور ﷺ جن جي سخت بيماريءَ وارن ڏينهن ۾ نماز جي امامت ڪنهن ڪرائي؟
٣- بيماريءَ دوران مسجد ۾ اچي حضور ﷺ جن اصحاب سڳورن کي ڪهڙو خطاب فرمايو؟
٤- حضور ﷺ جن جو وصال ڪهڙي سنه هجري ۾ ٿيو؟
٥- رسول الله ﷺ وصال جي وقت ڏندڻ ڪرڻ کان پوءِ ڇا فرمايو؟

### ٢. خال ڀَرِيو:

(١) صفر مهيني جي آخري ڏينهن ۾ حضور ﷺ __________ قبرستان هليا ويا.
(٢) حضور ﷺ جي بيماريءَ جي دوران ٽن ڏينهن تائين نماز جي امامت حضرت __________ ڪرائي.
(٣) رسول الله ﷺ جو __________ ٻنپهرن يا ٽنپهرن جي وقت ٿيو.
(٤) حضرت عمر رضي الله عنه محبت جي جذبي ۾ چيو ته جيڪو شخص چوندو ته حضور ﷺ جن وصال ڪري چڪا آهن ته آءٌ انهن جا __________ وڍي ڇڏيندس.
(٥) حضور ﷺ کي __________ جي حجري ۾ دفن ڪيو ويو.

### ٣. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- دين پوري عرب ۾ غالب نہ ٿيو. | | |
| ٢- حضور ﷺ بيبي عائشه رضي الله عنها کي حکم فرمايو تہ حضرت ابوبکر صِدِّيق رضي الله عنه کي نماز جي امامت لاءِ حکم ڪن. | | |
| ٣- حضور ﷺ حضرت علي رضي الله عنه ۽ حضرت حمزه رضي الله عنه جي ڪلهن جي سهاري سان مسجد ۾ آيا. | | |
| ٤- ١٢ ربيع الاول سنہ ١١ هجري ٻنپهرن جي وقت حضور ﷺ جن جو وصال ٿيو. | | |

### ٤. ڪالم١- جي لفظن کي ڪالم٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- صفر جي مهيني جي آخري ڏينهن ۾ | بيبي عائشه رضي الله عنها جي حجري ۾ دفن ڪيو ويو. |
| ٢- ١٢ ربيع الاول سنہ ١١ هجري سومر جي ڏينهن | پاڻ سڳورن ﷺ جي وصال جو يقين نہ پيو اچي. |
| ٣- گهڻن اصحابن سڳورن رضي الله عنهم کي | حضور ﷺ جن وصال فرمايو. |
| ٤- وصال جي وقت حضور ﷺ جي | حضور اڪرم ﷺ بيمار ٿي پيا. |
| ٥- حضور ﷺ جن کي وصال کان پوءِ | عمر مبارڪ ٽيهٺ سال هئي. |

### استادن لاءِ هدايت

- حضور اڪرم ﷺ جي وفات کان پوءِ حضرت ابوبڪر صِدِّيق رضي الله عنه اصحاب سڳورن رضي الله عنهم جي ڏک جي ڪيفيت کي ختم ڪرڻ لاءِ جيڪو خطاب فرمايو، اهو شاگردن ۽ شاگردياڻين آڏو بيان ڪن.

باب
چوٿون

# اخلاقَ ۽ آداب

اسلام پنهنجي تعليم ۽ تربيت جي ذريعي ماڻهن ۾ ۽ خاص طور تي پنهنجن مجيندڙن ۾ اعليٰ اخلاق پيدا ڪرڻ گهري ٿو. الله جي طرفان موڪليل پيغمبرن جي بعثت جو مقصد به اهوئي هو ته اهي انسانن کي اِفراط ۽ تفريط کان بچائيندي، سٺن اخلاقن جو مجسمو بڻائين. انهن اعليٰ انساني اخلاقن ۽ ادبن مان ڪجهه نهايت اهم سبق آهن. جيئن: "سخاوت جي فضيلت ۽ ڪنجوسيءَ جي مُذمّت"، "ميانه روي (وچٿرائي)"، "مُساوات (برابري)"، "محنت جي عظمت"، "ماحول جي گدلاڻ ۽ اسلامي تعليمات" ۽ "حقوق العباد" (مائٽ، مهمان ۽ بيمار) هن باب ۾ ڏنا پيا وڃن.

هن باب پڙهڻ کان پوءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين ۾ اعليٰ انساني اخلاقن ۽ ادبن بابت جاڳرتا پيدا ٿيندي ۽ انهن ۾ اهو جذبو پيدا ٿيندو ته اهي انهن اعليٰ انساني اخلاقن ۽ ادبن کي پنهنجي زندگيءَ ۾ اختيار ڪن ته جيئن باعمل مسلمان بڻجي الله تعاليٰ کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ۽ سماج جا سٺا شهري بڻجي سگهن.

# ١- سخاوت جي فضيلت ۽ ڪنجوسيءَ جي مذمّت

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- سخاوت ۽ ڪنجوسيءَ جي مفهوم بابت آگاهه ٿي بيان ڪري سگهندا.
- سخاوت جي فائدن ۽ ڪنجوسيءَ جي نقصانن بابت لکي سگهندا.
- روزاني جي زندگيءَ ۾ سخاوت تي عمل ڪندا ۽ ڪنجوسيءَ کان بچڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

**سخاوت جي معنىٰ ۽ مفهوم:** سخاوت جي معنىٰ آهي الله تعالىٰ جي راضپي لاءِ ضرورتمندن جي ضرورت پوري ڪرڻ. اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته سخاوت جو مفهوم صرف مالي قربانيءَ تائين محدود ناهي، پر پنهنجي هر قسم جي صلاحيتن کان ٻين کي فائدو پهچائڻ به ”سخاوت“ آهي.

**سخاوت جي فضيلت ۽ اهميت:** اسلام ماڻهن ۾ سخاوت جا اعلىٰ انساني قدرَ پيدا ڪرڻ تي گهڻو زور ڏئي ٿو. سخاوت ڪرڻ تي وڏي اجر ۽ ثواب جي خوشخبري ٻڌائي ٿو. سخاوت کي الله تعالىٰ جي راضپي حاصل ڪرڻ جو اهم ذريعو ٻڌايو ويو آهي. سخاوت جي ثواب کي الله تعالىٰ پنهنجي مٿان قرض قرار ڏئي ٿو، جيڪو وڌائي واپس ڪيو ويندو. سخاوت کي الله تعالىٰ نفس جي پاڪائيءَ جو ذريعو قرار ڏنو آهي. هڪ هنڌ مؤمنن جون خوبيون بيان ڪندي قرآن مجيد ۾ الله تعالىٰ ارشاد فرمايو:

وَ مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ۟ۙ (البقره:٣)

۽ ڪين جيڪي رزق ڏنوسين تنهن مان (الله جي راهه ۾) خرچ ڪندا آهن.

سخاوت کي قرض قرار ڏيندي قرآن مجيد ۾ الله تعالىٰ جو فرمان آهي:

”اُهو ڪير آهي جو الله کي چڱو قرض ڏئي پوءِ (الله) اُهو (قرض) اُن کي ٻيڻو ڪري ڏيندو ۽ اُن لاءِ سڳورو اجر آهي“. (الحديد:١١)

قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

”چڱائيءَ کي ايسين ڪڏهن نه پهچندؤ جيسين جن شين کي دوست رکندا آهيو تن مان (الله تعالىٰ جي واٽ ۾ نه) خرچ ڪريو“. (الحديد:١١)

يعني نيڪي تڏهن حاصل ٿي سگهندي آهي، جڏهن ٻانهو الله تعالىٰ جي واٽ ۾ چڱي شيءِ خرچ ڪري، چاڪاڻ تہ رد ٿيل شيءِ تہ ڪنهن ڪم جي ناهي هوندي. قرآن مجيد ۾ هڪ هنڌ الله تعالىٰ جو ارشاد آهي:

”جيڪو پنهنجو مال (الله جي واٽ ۾) ڏئي ٿو تہ پاڪ (دل) ٿئي“. (الليل: ١٨)

يعني الله تعالىٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪرڻ سان انسان جو نفس پاڪ ٿئي ٿو.

سخاوت بابت حضور ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي:

”سخي شخص الله تعالىٰ جي ويجهو هوندو آهي، جنت جي ويجهو هوندو آهي، ماڻهن جي ويجهو هوندو آهي ۽ دوزخ کان پري آهي“.

**حضور ڪريم ﷺ جي سخاوت:** حضور اڪرم ﷺ جن جي پوري زندگي مبارڪ سخاوت جو شاندار مثال آهي. ان ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ پاڻ سڳورا ﷺ دنيا جا سڀ کان وڏا سخي هئا. اهوئي سبب آهي تہ نبي اڪرم ﷺ وصال جي وقت پنهنجي پنيان ڪوبہ درهم ۽ دينار نہ ڇڏيو هو. حضور اڪرم ﷺ جن ڪڏهن ڪنهن سواليءَ کي نہ جهڻڪيو ۽ نہ ئي ڪيس مايوس موٽايو. پنهنجو سمورو مال ضرورتمندن ۽ محتاجن تي خرچ ڪندا هئا. نبي ڪريم ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ:

” جيڪڏهن مون وٽ اُحد جبل جيترو سون هجي تہ مون کي خوشي ان ڳالهہ جي ٿيندي، جو آءٌ ٽن ڏينهن تائين ان کي ضرورتمندن ۾ ورهايان“.

هڪ ڀيري حضور ڪريم ﷺ هڪ ٻڪري ذبح ڪئي ۽ ان جو سمورو گوشت الله تعالىٰ جي واٽ ۾ ورهائي ڇڏيائون ۽ فرمايائون تہ ”جيڪو گوشت ورهايو ويو، اهوئي اصل ۾ باقي رهندڙ آهي“. حضور ﷺ جن فرمايو ”صرف ٻن قسمن جي ماڻهن سان ريس ڪري سگهجي ٿي. هڪ اهو، جنهن کي الله تعالىٰ مال ۽ دولت سان نوازي ۽ اهو ان کي الله تعالىٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪندو هجي ۽ ٻيو اهو شخص جنهن کي الله تعالىٰ علم ۽ حڪمت سان نوازيو هجي ۽ اهو ان مطابق فيصلا ڪندو هجي ۽ ان جي تعليم ڏيندو هجي“.

حضور ﷺ جن جي نقش قدم تي هلندي اصحاب سڳورا رضي الله عنهم بہ سخاوت جا پيڪر بڻجي پيا هئا. هنن بہ ڏکايل انسانن جي خدمت ڪرڻ ۾ ڪابہ گهٽتائي نہ ڪئي. انهن جي سخاوت جا واقعا، غزوهٔ تبوڪ ۽ ٻين واقعن مان ظاهر آهن.

**سخاوت جا فائدا:** سخاوت جا ڪجھ فائدا هي آهن:

- سخاوت ڪرڻ سان الله تعاليٰ جي محبت ۽ راضپو حاصل ٿئي ٿو.
- سخاوت ڪندڙ سان ماڻهو به محبت ڪندا آهن.
- سخاوت ڪرڻ سان دل کي سڪون ۽ اطمينان حاصل ٿئي ٿو.
- سخاوت ڪرڻ سان خراب اخلاقَ مثال طور: ساڙ ۽ وڏائيءَ جهڙين عادتن کان ڇوٽڪارو ملي ٿو.
- سخاوت جي ذريعي غريبن ۽ مسڪينن سان محبت حاصل ٿئي ٿي.

**ڪنجوسيءَ جي مذمّت:** ڪنجوسي سخاوت جو ضد آهي. ڪنجوسي هن کي چوندا آهن ته ڪنهن ماڻهوءَ وٽ ذريعا هوندي به هو پنهنجين ۽ محتاجن جي جائز ضرورتن تي خرچ نه ڪري. ڪنجوسي هڪ منفي رويو آهي، جنهن سان سماج ۾ نفرت، ساڙ ۽ ڪيني جهڙيون سماجي بيماريون جنم وٺن ٿيون. قرآن ۽ حديث ۾ ڪنجوسيءَ جي سخت مذمت ڪئي وئي آهي. ڪافرن جون صفتون بيان ڪندي قرآن مجيد فرمائي ٿو:

الَّذِيْ جَمَعَ مَالًا وَّ عَدَّدَهٗ ۝ يَحْسَبُ اَنَّ مَالَهٗۤ اَخْلَدَهٗ ۝ (الهمزه: ٢-٣)

جنهن مال گڏ ڪيو ۽ اُهو ڳڻي ڳڻي رکيائين. پائيندو آهي ته سندس مال سدائين رهندو .

نبي ڪريم ﷺ فرمايو ته ”مؤمن ڪنجوس نٿو ٿي سگهي“ .

اسلام هيءُ سبق ڏئي ٿو ته الله تعاليٰ ڪنهن کي وڌيڪ مال ڏئي آزمائي ٿو ته ڪنهن کي گهٽ مال ڏئي. جيڪڏهن الله تعاليٰ ڪنهن کي مال ۽ دولت سان نوازيو آهي ته هن کي صرف پنهنجي ذاتي ضرورتن تي خرچ ڪرڻ بدران الله تعاليٰ جي واٽ ۾ به خرچ ڪري سخاوت اختيار ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن ڪنهن وٽ مال ۽ دولت ناهي ته ان کي قناعت جي زندگي اختيار ڪرڻ گهرجي. مال ۽ دولت الله تعاليٰ جي وڏي نعمت آهي، ان جو صحيح حق ادا ڪرڻ اهو آهي ته هو الله تعاليٰ جي واٽ ۾ محتاجن تي خرچ ڪجي. ڪنجوسي ڪرڻ الله تعاليٰ وٽ نعمت جي ناشڪري ڪرڻ آهي. الله تعاليٰ سخيءَ سان محبت ڪندو آهي ۽ ڪنجوس کي پسند ناهي ڪندو.

**ڪنجوسيءَ جا نقصانَ:** ڪنجوسيءَ جا ڪجھ نقصان هن ريت آهن:

- ڪنجوسي ڪرڻ سان الله تعاليٰ ناراض ٿيندو آهي.
- ڪنجوسي ڪرڻ سان ماڻهن ۾ نفرت پيدا ٿئي ٿي.
- ڪنجوس شخص ذهني طور تي پريشان هوندو آهي.

## سبق جو خلاصو

- سخاوت هڪ اعليٰ انساني گُڻ آهي ۽ ڪنجوسي منفي رويو آهي.
- اسلام پنهنجي تعليمات ۾ سخاوت تي ڏاڍو زور ڏئي ٿو ۽ ڪنجوسيءَ کان منع ڪري ٿو.
- سخاوت سان معاشري ۾ امن، سڪون، محبت ۽ آشتي جي فضا قائم ٿئي ٿي، جڏهن ته ڪنجوسيءَ سان بدامني، نفرت ۽ ساڙ جهڙيون سماجي بيماريون جنم وٺن ٿيون.

- شاگردَ ۽ شاگردياڻيون سخاوت جي سماجي فائدن ۽ ڪنجوسيءَ جي سماجي نقصانن جو چارٽ ٺاهين.

## مشق

**١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

١- سخاوت جي معنيٰ ۽ مفهوم بيان ڪريو.
٢- سخاوت اختيار ڪرڻ جا ڪي به ٽي سماجي فائدا بيان ڪريو.
٣- سخاوت بابت قرآن مجيد جي ڪنهن به هڪ آيت جو ترجمو پڙهايو.
٤- سخاوت بابت ڪا به حديث پڙهايو.
٥- حضور ڪريم ﷺ کهڙن ٻن ماڻهن سان ريس ڪرڻ لاءِ چيو آهي؟

**٢. خال ڀَرِيو:**

(١) ڪنجوسي اختيار ڪرڻ الله تعاليٰ جي نعمت جي ________ آهي.
(٢) الله تعاليٰ ______ کي پسند ڪري ٿو.
(٣) ذريعا هئڻ جي باوجود پنهنجون ۽ حاجتمندن جي جائز ضرورتن تي خرچ نه ڪندڙ کي ______ چئبو آهي.
(٤) سخاوت جي معنيٰ آهي ته الله تعاليٰ جي راضپي لاءِ ________جي حاجت پوري ڪرڻ.
(٥) اسلام اها تعليم ڏئي ٿو ته الله تعاليٰ ڪنهن کي وڌيڪ مال ڏئي ________ته ته ڪنهن کي گهٽ مال ڏئي.

## ۳.   صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
| --- | --- | --- |
| ۱- ڪنجوسي ڪرڻ سان الله تعاليٰ جو راضپو حاصل ٿئي ٿو. | ☐ | ☐ |
| ۲- نبي ڪريم ﷺ جن جي زندگي مبارڪ سخاوت جو شاندار مثال هئي. | ☐ | ☐ |
| ۳- ڪنجوسي هڪ مُثبت رويو آهي. | ☐ | ☐ |
| ۴- قرآن ۽ حديث ۾ سخاوت جي گهٽ تعريف ڪئي وئي آهي. | ☐ | ☐ |
| ۵- الله تعاليٰ سخي ۽ سان محبت ڪري ٿو. | ☐ | ☐ |

## ۴.   ڪالم ۱- جي لفظن کي ڪالم ۲- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-۱ | ڪالم-۲ |
| --- | --- |
| ۱- جيڪڏهن ڪنهن وٽ مال ۽ دولت | پنهنجي پويان ڪو به درهم يا دينار نه ڇڏيو. |
| ۲- نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته جيڪو | قرض قرار ڏئي ٿو جيڪو وڌائي واپس ڪيو ويندو. |
| ۳- حضور ﷺ جن وصال جي وقت | نفس جي پاڪائي ۽ جو ذريعو قرار ڏئي ٿو. |
| ۴- سخاوت کي الله تعاليٰ پنهنجي مٿان | گوشت ورهايو ويو اهو اصل ۾ باقي رهندڙ آهي. |
| ۵- سخاوت کي الله تعاليٰ | ناهي ته هو قناعت جي زندگي اختيار ڪري. |

### استادن لاءِ هدايت

- نبي ڪريم ﷺ جن جي حديثن مبارڪن ۾ اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جا ذڪر ڪيل سخاوت جا ڪجهه واقعا شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ٻڌايو.

# ٢- ميانه روي (وچٿرائي)

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق ٿيندا ته اُهي:

- ميانه روي جي مفهوم کي سمجهي بيان ڪري سگهندا.
- ميانه روي جي صفت کي پنهنجي زندگيءَ ۾ اختيار ڪري سگهندا.

**ميانه روي جي معنىٰ ۽ مفهوم:** ”ميانه روي“ فارسي لفظ آهي. عربيءَ ۾ ان کي ”اِعتدال“ چئبو آهي. ميانه روي جي لفظي معنىٰ آهي وچولي هلت. ان جو مفهوم هي آهي ته زندگيءَ جي سيني معاملن ۾ اِفراط ۽ تَفريط کان بچندي وچولي هلت کي اختيار ڪيو وڃي.

**ميانه روي جي اهميت:** ميانه روي اصل ۾ خوشيءَ واري ۽ ڪامياب زندگيءَ لاءِ انتهائي ضروري آهي. زندگيءَ جي ڪنهن به معاملي ۾ اِفراط ۽ تفريط سان ڪو به سماج ترقي نٿو ڪري سگهي. اسلام زندگيءَ جي هن اهم اصول جي اهميت واضح ڪري ٿو ۽ پنهنجن مڃيندڙن کي ميانه روي اختيار ڪرڻ جي تعليم ڏئي ٿو. قرآن مجيد ۾ ته اُمّتِ مسلمه جو نالو ئي ”اُمّتِ وسط“ (وچٿرائيءَ واري اُمّت) ٻڌايو ويو آهي.

وَ كَذٰلِكَ جَعَلْنٰكُمْ اُمَّةً وَّسَطًا (البقره:١٤٣)

اهڙيءَ طرح ٻڌايوسون اوهان کي اعتدال واري اُمّت ڪري.

تاريخ مان خبر پوي ٿي ته گذريل قومون زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ افراط ۽ تفريط جو شڪار ٿي پيون هيون. اهي عقيدن، عبادتن، سماجي ۽ معاشي زندگيءَ ۾ افراط ۽ تفريط جي هلت کي اختيار ڪري فطرت جي واٽ کان پري ٿي چڪيون هيون. اسلام ان افراط ۽ تفريط کي ختم ڪندي ميانه روي جي فطري تعليم کي پيهر اپاريو. اسلامي تعليمات جي روشنيءَ ۾ ميانه روي کي هيٺين ٽن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

**مذهب ۾ ميانه روي:** اسلام جا جيترا به بنيادي عقيدا آهن، انهن ۾ ميانه روي جو روح شامل آهي. اسلام جي سيني عبادتن ۾ ميانه روي کي مدنظر رکيو ويو آهي. حضور ﷺ جن جي دور ۾ ڪجهه اصحاب سڳورن رضي الله عنهم پاڻ ۾ عبادت ۾ اِفراط جي واٽ اختيار ڪرڻ جو سوچيو. انهن مان هڪ چيو ته آءٌ پوري رات نماز پڙهندس. ٻئي چيو ته آءٌ ڏينهن جو روزا رکندس ۽ ٽئين چيو ته آءٌ شادي نه ڪندس. جڏهن حضور ﷺ جن کي

انهن جي خبر پئي ته پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو:

”خبردار! الله جو قسم! آءٌ توهان سيني کان وڌيڪ الله کان ڊڄندڙ ۽ توهان سيني کان وڌيڪ پرهيزگار آهيان، پر آءٌ روزا رکان به ٿو ۽ ڇڏي به ڏيان ٿو. رات جو نماز پڙهان به ٿو ۽ آرام به ڪريان ٿو ۽ مون عورتن سان شادي به ڪئي آهي“.

اهڙيءَ طرح نبي ڪريم ﷺ ميانه رويءَ جي تعليم ڏيندي ارشاد فرمايو:

”الله تعاليٰ کي وڻندڙ عمل اهو آهي، جيڪو مستقل اختيار ڪيو وڃي، توڙي جو اهو ٿورو ئي ڇو نه هجي“.

اهوئي سبب آهي جو الله تعاليٰ سفر ۾ روزي نه رکڻ جي اجازت ڏني آهي.

**سماج ۾ ميانه روي:** سماج ۾ ميانه روي جو مطلب اهو آهي ته اٿڻ ويهڻ ۽ زندگي گذارڻ جي مختلف طريقن ۾ اعتدال جي هلت هلجي. ڳالهه ٻولهه ڪندي وڏي واڪي ۽ سخت لهجي ۾ يا تمام جهيڻي آواز سان ڳالهائڻ بدران وچٿرائپ واري انداز سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح کاڌي کائڻ ۾ نه وڌيڪ کائجي ۽ نه ايترو گهٽ کائجي، جو ماڻهو ڪمزور ٿي پوي. پنڌ هلڻ ۽ گاڏي هلائڻ ۾ به ميانه روي اختيار ڪجي. قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

وَاقْصِدْ فِيْ مَشْيِكَ وَاغْضُضْ مِنْ صَوْتِكَ (لقمان:١٩)

۽ پنهنجي گهمڻ ۾ وچولي چال هل ۽ پنهنجو آواز ڍرو ڪر.

ميانه رويءَ بابت نبي ڪريم ﷺ جو ارشاد آهي:

مَا عَالَ مَنِ اقْتَصَدَ

جيڪو ميانه روي اختيار ڪندو، اهو ڪڏهن به محتاج نه ٿيندو.

**ڪاروهنوار ۾ ميانه روي:** زندگيءَ ۾ روزاني جا ذاتي خرچ هجن يا گهريلو خرچ، سيني ۾ خرچ ڪرڻ وقت نه اسراف ڪجي ۽ نه ئي ڪنجوسي، پر وچٿرائيءَ واري واٽ اختيار ڪجي. مؤمنن جون صفتون بيان ڪندي قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

”۽ اُهي جو جڏهن خرچ ڪندا آهن (تڏهن) نڪي اجايو خرچيندا آهن ۽ نڪي تنگي ڪندا آهن ۽ انهن (ٻنهي) جي وچ ۾ پورا هلندا آهن“. (الفرقان: ٦٧)

صدقي ۽ خيرات ۾ به نه ڪنجوسي ڪجي ۽ نه ئي پنهنجن ٻارن ٻچن کي نظرانداز ڪندي سمورو مال خرچ ڪيو وڃي، جو قرض جي حالت کي پهچجي. هڪ هنڌ قرآن مجيد حڪم ڏنو آهي:

”۽ نڪي پنهنجي هٿ کي (بخل مان) پنهنجي ڳچيءَ ۾ بند ڪر ۽ نڪي اهو سارو کولي ڇڏ جو پوءِ ملامت ڪيل (۽) پشيمان ٿي ويهي رهين“. (بني اسرائيل: ٢٩)

**ميانه روي جا فائدا:** ميانه روي جا ڪجھ فائدا هي آهن:

- ميانه روي اختيار ڪرڻ سان ماڻهو ڪنهن جو محتاج ناهي رهندو.
- ميانه روي اختيار ڪرڻ سان مستقل مزاجي پيدا ٿيندي آهي.
- ميانه روي اختيار ڪرڻ سان الله تعالىٰ جو راضپو ۽ محبت حاصل ٿيندي آهي ۽ انسان پنهنجي زندگي رسول الله ﷺ جي اُسوَه حَسنه جي مطابق گذارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.
- ميانه روي سان انسان کي دلي سڪون ۽ اندر جو اطمينان حاصل ٿيندو آهي.
- ميانه روي اختيار ڪرڻ سان سماج افراتفري، گهريلو لڙاين ۽ بدحاليءَ کان بچي پوندو آهي.
- ميانه روي اختيار ڪرڻ سان ملڪ ۽ ملّت جي سماجي، معاشي ۽ تمدني ترقي ٿئي ٿي.

اسان کي هن سبق مان اهو پيغام ملي ٿو ته اسان کي زندگيءَ جي سمورن معاملن ۾ ميانه روي ۽ اعتدال اختيار ڪرڻ گهرجي ته جيئن خوشيءَ ڀري ۽ ڪامياب زندگي گذاري سگهون ۽ سماج ۾ به امن ۽ سڪون، ترقي ۽ خوشحالي پيدا ٿي سگهي.

## سبق جو خلاصو

- ميانه روي وچٿرائپ کي چئبو آهي. اسلام زندگيءَ جي سيني معاملن ۾ ميانه روي جي واٽ هلڻ سيکاري ٿو.
- ميانه روي سان زندگي خوشيءَ ڀري ۽ ڪامياب بڻجي پوي ٿي. ان سان معاشري ۾ امن ۽ سڪون، ترقي ۽ خوشحالي پيدا ٿئي ٿي.

**شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي**

- شاگردن ۽ شاگردياڻين جي وچ ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي زندگيءَ ۾ ميانه رويءَ بابت تقريري مقابلو ڪرايو وڃي.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- ميانه روي جي معنىٰ ۽ مفهوم بيان ڪريو.

٢- هن سبق ۾ ميانه رويءَ کي ڪيترن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي؟

٣- ميانه روي جي اهميت بابت قرآن مجيد ۾ ڇا فرمايو ويو آهي؟

٤- هن سبق ۾ ميانه روي جي اهميت بابت نبي ڪريم ﷺ جو ڪهڙو ارشاد مبارڪ آهي؟

٥- ڪار وهنوار ۾ ميانه روي جو مطلب ڇا آهي؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- ”ميانه روي“ جنهن ٻوليءَ جو لفظ آهي، اُها آهي:

(الف) عربي (ب) فارسي
(ج) سنڌي (د) اردو

٢- ”اِعتدال“ جو مطلب آهي:

(الف) ميانه روي (ب) افراط ۽ تفريط
(ج) هلت يا چال (د) خوشيءَ پري ۽ ڪامياب

٣- ڪار وهنوار ۾ ميانه روي جو مطلب آهي:

(الف) زندگيءَ ۾ اعتدال پيدا ڪجي (ب) پاڙيسرين جو خيال رکجي
(ج) ذاتي خرچ وڌايا وڃن (د) اسلام جون عبادتون ادا ڪجن

٤- قرآن مجيد ۾ ”اُمّتِ وسط“ جو مطلب آهي:

(الف) صدقو ۽ خيرات ڪندڙ قوم (ب) عبادت ڪندڙ قوم
(ج) اعتدال واري اُمّت (د) معاف ڪندڙ قوم

### ٣. خال ڀَريو:

(١) پنڌ هلڻ يا گاڏي هلائڻ ۾ به ________ سان هلجي.

(٢) قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ جو فرمان آهي ته ________ ۾ وچولي چال هَلُ.

(٣) رسول الله ﷺ جن فرمايو ته الله تعاليٰ کي وڻندڙ عمل اهو آهي، جيڪو مستقل اختيار ڪيو وڃي، توڙي جو اهو________ ئي ڇو نه هجي.

(۴) نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته آءٌ رات جو نماز به پڙهان ٿو ۽ ___________ به ڪريان ٿو.

(۵) اسلام جي سيني ________ ۾ ميانه روي اختيار ڪئي وئي آهي.

### ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- ميانه روي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي. | | |
| ٢- الله تعاليٰ کي وڻندڙ عمل اهو آهي، جيڪو مستقل طور اختيار ڪجي. | | |
| ٣- ڳالهه ٻولهه سخت يا تمام جهيڻي آواز ۾ ڪجي. | | |
| ۴- قرآن مجيد ۾ آهي ته اسان اوهان کي اعتدال واري اُمّت بڻايو سون. | | |
| ۵- هن سبق ۾ ميانه روي کي ڇئن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي. | | |

### ۵. ڪالم١- جي لفظن کي ڪالم٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- گذريل قومون زندگيءَ جي مختلف | اعتدال کي ڇڏيو آهي. |
| ٢- صدقي ۽ خيرات ۾ به | خوشيءَ ڀري ۽ ڪامياب بڻجي ٿي. |
| ٣- ميانه روي | اعتدال واري اُمّت چيو ويو آهي. |
| ۴- ميانه روي سان زندگي | نه ڪنجوسي ڪجي ۽ نه اسراف ڪجي. |
| ۵- قرآن مجيد ۾ اُمّت مُسلمه کي | شعبن ۾ افراط ۽ تفريط جو شڪار بڻيون. |

شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

• شاگردن ۽ شاگردياڻين آڏو ميانه روي جي فائدن تي وڌيڪ روشني وجهو.

# ٣- مُساوات (برابري)

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- مُساوات بابت واقف ٿي ان جي اهميت ۽ افاديت کي پنهنجن دوستن جي سامهون بيان ڪري سگهندا.
- اسلام ۾ مساوات جي اهميت ۽ افاديت بابت لکي سگهندا.

**مُساوات جي معنىٰ ۽ مفهوم:** "مُساوات" عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنىٰ آهي "برابري". ان جو مفهوم هي آهي ته سمورن انسانن جو اصل هڪ ٿي آهي، انهيءَ ڪري اهي قانون جي نظر ۾ برابر آهن ۽ اُهي حقن ۾ به هڪ ٻئي جي برابر آهن. ڪو به ڪنهن کان گهٽ ناهي، وڏائي ۽ بزرگيءَ جو معيار صرف تقوىٰ تي آهي.

**اسلام ۾ مُساوات جي اهميت:** جهڙيءَ طرح اسلام توحيد جي عقيدي جو قائل آهي، اهڙيءَ طرح هو انسانيت ۾ به انساني وحدت (ايڪي) جو علمبردار آهي. قرآن ۽ حديث ۾ اها ڳالهه هر هر ورجائي وئي آهي ته انساني نسل هڪ ماءُ ۽ پيءُ يعني حضرت آدم ۽ حضرت حوا عليهما السلام مان آهي. هي ڪُٽنب قبيلا ۽ قومون صرف سڃاڻپ جي لاءِ آهن. انهيءَ ڪري نسل تي وڏائي ڪرڻ انسانيت جي توهين آهي. قرآن مجيد ۾ الله تعالىٰ فرمائي ٿو:

يَاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ وَّ اُنْثٰى وَ جَعَلْنٰكُمْ شُعُوْبًا وَّ قَبَآىِٕلَ لِتَعَارَفُوْا ؕ اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَ اللّٰهِ اَتْقٰىكُمْ ؕ
(الحجرات: ١٣)

اي انسانؤ! بيشڪ اسان اوهان کي هڪ نر ۽ هڪ ماديءَ مان پيدا ڪيو ۽ اوهان کي ذاتيون ۽ پاڙا ڪيوسون ته (اوهين پاڻ ۾) هڪ ٻئي کي سڃاڻو، بيشڪ اوهان مان وڏيڪ مانَ وارو الله وٽ اُهو آهي جيڪو اوهان مان وڏيڪ پرهيزگار آهي.

هن آيت مان خبر پئي ته انسانيت جي فضيلت ۽ شرافت جو معيار، رنگ ۽ نسل ناهي، پر تقوىٰ ۽ پرهيزگاري آهي.

مساوات بابت نبي ڪريم ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي:

أَلَا لَا فَضْلَ لِعَرَبِيٍّ عَلَى عَجَمِيٍّ وَلَا لِعَجَمِيٍّ عَلَى عَرَبِيٍّ وَلَا لِأَحْمَرَ عَلَى أَسْوَدَ وَلَا لِأَسْوَدَ عَلَى أَحْمَرَ إِلَّا بِالتَّقْوىٰ

خبردار! ڪنهن به عربيءَ کي ڪنهن عجميءَ تي ۽ ڪنهن به عجميءَ کي ڪنهن عربيءَ تي ڪا فضيلت ناهي ۽ نه ڪنهن گوري کي ڪنهن ڪاري تي ۽ نه ڪنهن ڪاري کي ڪنهن گوري تي، سواءِ تقوىٰ جي.

اسلامي عبادتن تي غور ڪبو ته اسان کي مساوات جو عملي نمونو نظر ايندو.

- نماز ۾ سڀ نمازي ڪلهو ڪلهي سان ملائي گڏ بيٺل نظر ايندا آهن.
- روزي ۾ سيئي روزيدار هڪ ئي ڪيفيت ۾ هوندا آهن.
- حج ۾ سيئي ماڻهو هڪ ئي لباس ۾، هڪ ئي هنڌ ۽ هڪ ئي ذڪر ڪندي نظر ايندا آهن.

**مُساوات ۾ نبي ڪريم ﷺ ۽ اصحاب سڳورا رضي الله عنهم:** نبي ڪريم ﷺ جن جي ذات مبارڪ مساوات جو بهترين عملي نمونو هئي.

- نبي ڪريم ﷺ رنگ، نسل ۽ قوميت جي بنياد تي ڪنهن سان به نفرت نه ڪندا هئا.
- رسول الله ﷺ پنهنجي عمل سان نسلي ويڇي کي هميشه جي لاءِ ختم ڪري ڇڏيو.
- حضور اڪرم ﷺ حضرت بلال حبشي، حضرت سلمان فارسي ۽ حضرت صهيب رومي رضي الله عنهم کي وڏو مقام ۽ مرتبو عطا فرمايو.
- حضرت بلال حبشي رضي الله عنه کي مسجد نبوي جو مؤذن بڻايائون. جيڪا وڏي اعزاز جي ڳالهه آهي.
- غزوهٔ خندق جي موقعي تي حضور ﷺ حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه جي مشوري کي اهميت ڏيندي خندق کوٽرائي.
- حضرت زيد بن حارثه رضي الله عنه، جيڪو نبي ڪريم ﷺ جن جو آزاد ڪيل ٻانهو هو،ان جو پنهنجي ڦڦيءَ حضرت بيبي زينب رضي الله عنها جو ساڻس نڪاح ڪرايو.

مٿيون حقيقتون نبي ڪريم ﷺ جي مساوات جو اعلىٰ مثال آهن.

عدل ۽ انصاف جي معاملي ۾ به نبي ڪريم ﷺ جن هميشه مساوات جو لحاظ رکيو. هڪ ڀيري بني مخزوم قبيلي جي فاطمه نالي هڪ عورت چوريءَ ۾ پڪڙجي پئي. سيني ثبوتن ۽ شاهدن جي شاهديءَ کان پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن هٿ ڪٽڻ جي قرآني سزا لاڳو ڪرڻ جو حڪم فرمايو. ان لاءِ ماڻهن سزا معاف ڪرڻ جي سفارش ڪرائي. ان تي نبي ڪريم ﷺ سخت ناراض ٿيا ۽ ارشاد فرمايائون:

”گذريل قومن جي تباهيءَ جو سبب اهوئي هو تہ اُهي غريبن جي مٿان قانون لاڳو ڪندا هئا ۽ اميرن سان رعايت ڪندا هئا. جيڪڏهن مُحمّد ﷺ جي ڌيءَ فاطمه بہ چوري ڪري ها تہ آءٌ ان جو بہ هٿ وڍيان ها“.

اصحاب سڳورا رضي الله عنهم بہ نبي ڪريم ﷺ جي طريقي جي مطابق مساوات تي دل ۽ جان سان عمل ڪندا هئا. حضرت عمر رضي الله عنه حضرت بلال حبشي رضي الله عنه کي ”يَا سَيِّدِيْ“ (يعني منهنجا آقا) چئي سڏيندا هئا. حضرت عمر رضي الله عنه جڏهن فلسطين جي فتح لاءِ بيت المقدس جي سفر تي وڃي رهيا هئا تہ سواريءَ تي واري واري سان پنهنجي غلام کي سوار ڪندا هئا ۽ پاڻ پيدل پئي هليا. حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنه جيڪو لباس پاڻ پهريندا هئا اهوئي پنهنجي غلام کي پهرائيندا هئا.

**مُساوات جا فائدا:** مساوات جا ڪجھ فائدا هي آهن:

- مساوات سان پاڻ ۾ ڀائيچارو ۽ محبت پيدا ٿئي ٿي.
- مساوات سان عدل ۽ انصاف قائم ٿئي ٿو.
- مساوات سان قومي، زباني ۽ گروهي عصبيت ختم ٿئي ٿي.
- مساوات ذريعي فتنن ۽ جهڳڙن جو خاتمو ٿئي ٿو.

اسلامي تاريخ اهڙن روشن مثالن سان ڀري پئي آهي، جيڪي اسان جي لاءِ روشنيءَ جي لاٽ آهن. اڄ جي دور ۾ اسان جي سماج کي اهڙي مساوات جي سخت ضرورت آهي تہ جيئن اسان جي معاشري مان فرقن جي نفرت جي باهہ ختم ٿي سگهي ۽ امن ۽ محبت جي فضا عام ٿي پوي.

## سبق جو خلاصو

- مُساوات برابريءَ کي چوندا آهن. اسلام ۾ سڀئي انسان برابر آهن. ڪو بہ ڪنهن کان گهٽ ناهي. انهن جي وچ ۾ رنگ ۽ نسل جي بنياد تي فرق ڪرڻ انسانيت جي خلاف آهي.
- سڀني انسانن جو پيءُ ۽ ماءُ حضرت آدم ۽ بي بي حوا عليهما السلام آهن.
- اسلام مساوات جو علمبردار آهي.
- نبي ڪريم ﷺ ۽ اصحاب سڳورا رضي الله عنهم مساوات جو عملي نمونو هئا.

شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

- شاگردَ ۽ شاگردياڻيون مساوات جي موضوع تي پاڻ ۾ بحث مباحثو ڪن.

# مشق

## ١.    هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١-    مساوات جي معنيٰ ۽ مفهوم بيان ڪريو.

٢-    مُساوات ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي؟

٣-    مُساوات جي اهميت بابت نبي ڪريم ﷺ جن ڇا فرمايو آهي؟

٤-    فضيلت ۽ شرافت جو جيڪو معيار قرآن مجيد ٻڌايو آهي، اهو بيان ڪريو.

٥-    اصحاب سڳورن رضي الله عنهم جي زندگيءَ مان مساوات بابت ڪو به هڪ مثال ٻڌايو.

## ٢.    صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١-    ”مساوات“ جي معنيٰ آهي:

(الف) برابري ڪرڻ    (ب) زيادتي ڪرڻ    (ج) گهٽتائي ڪرڻ    (د) فرق ڪرڻ

٢-    غزوهٔ خندق جي موقعي تي نبي ڪريم ﷺ جنهن صحابي سڳوري رضي الله عنه جي مشوري تي خندق کوٽرائي هئي، اهو هو:

(الف) حضرت صُهيب رومي رضي الله عنه    (ب) حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه

(ج) حضرت بلال حبشي رضي الله عنه    (د) حضرت زيد بن حارثه رضي الله عنه

٣-    حضرت عمر رضي الله عنه حضرت بلال حبشي کي سڏيندا هئا:

(الف) ”منهنجا ڀاءُ“ چئي    (ب) ”منهنجا دوست“ چئي

(ج) ”منهنجا آقا“ چئي    (د) ”منهنجا نوڪر“ چئي

٤-    حضرت عمر رضي الله عنه جڏهن فلسطين جي فتح لاءِ بيت المقدس جي سفر تي وڃي رهيا هئا ته:

(الف) پاڻ سواري تي ويٺا ۽ غلام پنڌ هلي رهيو هو.

(ب)    پاڻ پنڌ پئي هليا ۽ غلام کي سواريءَ تي ويهاريائون.

(ج)    واري واري سان سواريءَ تي ڪڏهن غلام کي پئي ويهاريائون ۽ ڪڏهن پاڻ پئي ويٺا.

(د)    غلام ۽ پاڻ ٻئي گڏجي سواريءَ تي ويٺا.

## ٣. خال ڀريو:

(١) حضرت ابوذرغفاري ﷜ جيڪو لباس پاڻ پائيندا هئا، اهوئي پنهنجي ________ کي پارائيندا هئا.
(٢) حضرت عمر ﷜ حضرت بلال حبشي ﷜ کي ________ چئي سڏيندا هئا.
(٣) نبي ڪريم ﷺ فرمايو ته جيڪڏهن ________ به چوري ڪري ها ته آءٌ سندس هٿ وڍيان ها.
(٤) نبي ڪريم ﷺ حضرت بلال حبشي ﷜ کي مسجد نبوي جو ________ بڻايو.
(٥) نبي ڪريم ﷺ جن حضرت زيد بن حارثه ﷜، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جو آزاد ڪيل ٻانهو هو، پنهنجي پڦاٽِ ________ سان ان جو نڪاح ڪرايو.

## ٤. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- مساوات برابري کي چوندا آهن. | | |
| ٢- اسلام ۾ سڀئي انسان برابر آهن. | | |
| ٣- حضور ﷺ ۽ اصحابي ﷢ مساوات جو عملي نمونو هئا. | | |
| ٤- حضرت ابوذر غفاري ﷜ جيڪو لباس پاڻ پهريندا هئا اهوئي پنهنجي غلام کي پهرائيندا هئا. | | |
| ٥- وڏائي ۽ بزرگيءَ جو معيار تقويٰ تي ناهي هوندو. | | |

## ٤. ڪالم١- جي لفظن کي ڪالم٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- نبي ڪريم ﷺ جن جي ذات مبارڪ | هڪڙي ڪيفيت ۾ نظر ايندا آهن. |
| ٢- حضور اڪرم ﷺ پنهنجي عمل سان | مساوات جو عملي مظاهرو نظر ايندو. |
| ٣- اسلامي عبادتن تي غور ڪبو ته | ڪلهو ڪلهي سان ملائي بيهندا آهن. |
| ٤- روزي ۾ سڀئي روزيدار | مساوات جو بهترين عملي نمونو هئي. |
| ٥- نماز ۾ سڀئي نمازي | نسلي ويڇن کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو. |

### استادن لاءِ هدايت

- مساوات جي عنوان تي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي وڌيڪ معلومات ڏيو.

# ۴- محنت جي عظمت

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- محنت جي عظمت کي ڄاڻي، ان کي بيان ڪري سگهندا.
- محنت ڪرڻ جي ڪري اهي سماج جا ڪارائتا فرد بڻجي، ترقيءَ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري سگهندا.

**محنت جي معنىٰ ۽ مفهوم:** محنت جي معنىٰ آهي تڪليف ۽ مشقّت سَهَڻ. محنت جو مفهوم اهو آهي ته انسان پنهنجي هٿن سان محنت ڪري پنهنجي روزيءَ جو بندوبست ڪري ۽ پنهنجو پورهيو پنهنجن هٿن سان ڪري.

**محنت جي عظمت بابت اسلامي تعليمات:** انسان کي پيدا ڪرڻ کان اڳ ۾ الله تعالىٰ پنهنجي مهربانيءَ سان هن دنيا ۾ ان جي ضرورت جو سمورو سامان مهيا ڪري ڏنو، ته جيئن هو دنياوي معاملن کي آسانيءَ سان ادا ڪري سگهي. قرآن مجيد ۾ پنهنجن هٿن سان پورهيو ڪرڻ تي زور ڏنو ويو آهي. الله تعالىٰ فرمائي ٿو:

فَإِذَا قُضِيَتِ الصَّلٰوةُ فَانْتَشِرُوْا فِي الْاَرْضِ وَابْتَغُوْا مِنْ فَضْلِ اللهِ وَاذْكُرُوا اللهَ كَثِيْرًا لَّعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ۝١٠

(الجمعه: ١٠)

پوءِ جڏهن نماز پوري ڪئي وڃي تڏهن زمين تي ڪندري وڃو ۽ الله جي فضل (رزق) جي طلب ڪريو ۽ الله کي گهڻو ياد ڪريو ته مَنَ اوهين ڪامياب ٿيو.

نبين سڳورن عليهم السلام به پنهنجي هٿن سان پورهيو ڪيو. ايستائين جو الله تعالىٰ جو پيغام پهچائڻ لاءِ به هنن اجورو نه گهريو. قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

”چئو ته اوهان کان اُن (پيغام پهچائڻ) تي ڪو اجورو نٿو گهُران“. (الانعام: ٩٠)

دنيا جا بهترين انسان پيغمبر سڳورا عليهم السلام هوندا آهن. اهي سڀئي پنهنجي محنت ڪري روزي ڪمائيندا هئا. حضرت آدم عليه السلام ٻني ٻارو ڪندا هئا. حضرت نوح عليه السلام واڍڪي جو ڪم ڪندا هئا. حضرت

ادريس عليه السلام درزڪو ڪم ڪندا هئا. حضرت داؤد عليه السلام زرهون ناهيندا هئا. حضرت موسىٰ عليه السلام ٻڪريون چاريندا هئا ۽ آخري پيغمبر حضرت مُحَمّد مُصطفىٰ ﷺ جن ٻڪريون به چاريون ته واپار به ڪيو. ان مان خبر پئي ٿي ته انهن بهترين انسانن پاڻ محنت ڪري ڪمائڻ ۾ ڪڏهن به عيب محسوس نه ڪيو، پر اهي فخر سان اهو ڪم ڪندا هئا. نبي ڪريم ﷺ جن محنت جي عظمت کي اجاگر ڪندي فرمايو:

اَلْكَاسِبُ حَبِيْبُ اللهِ

محنت ڪندڙ الله جو دوست آهي.

هڪ موقعي تي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ”انسان جي بهترين روزي اها آهي، جيڪا هو پاڻ پنهنجن هٿن سان ڪمائي“. محنت ۽ مزدوريءَ جو قدر ڪرڻ جي تعليم ڏيندي حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو: ”مزدور جي مزدوري ان جي پگهر سُڪڻ کان اڳ کيس ادا ڪريو“. پاڻ سڳورن ﷺ جن سوال ڪرڻ کي ناپسند ڪندي فرمايو ته:

اَلْيَدُ الْعُلْيَا خَيْرٌ مِّنَ الْيَدِ السُّفْلٰى

مٿيون هٿ (يعني ڏيندڙ) هيٺئين هٿ (يعني وٺندڙ) کان ڀلو آهي.

**محنت جا فائدا:** محنت جا گهڻا سماجي فائدا آهن: • محنت سان ماڻهوءَ ۾ خودداري پيدا ٿئي ٿي. • محنت سان ماڻهو چُست رهي ٿو ۽ بيماري ۽ سُستيءَ کان بچي ٿو • محنت ڪندڙ ماڻهو ڪنهن جي اڳيان هٿ ناهي ڊگهيڙيندو • محنت سان سماج ۾ ترقي ٿئي ٿي ۽ خوشحالي وڌي ٿي.

اسان کي هن سبق مان اهو پيغام مليو ته اسان محنت ڪري، پنهنجو ڪم پاڻ ڪريون. سُستي جي عادت ڇڏيون. ڪنهن به ڪم کي حقير نه سمجهون ۽ محنت ڪندڙن کي ڪنهن کان به گهٽ نه سمجهون، پر انهن جي عزت ڪريون.

## سبق جو خلاصو

- الله تعالىٰ جي سيني نبين سڳورن عليهم السلام محنت ڪري پنهنجي روزي ڪمائي، انهن مان ڪنهن به محنت ۾ عيب محسوس نه ڪيو.
- اسلام ڪنهن شخص جي اڳيان هٿ ڊگهيڙڻ کي پسند نٿو ڪري ۽ محنت ڪرڻ تي زور ڏئي ٿو.
- محنت سان نه صرف محنت ڪندڙ کي فائدو ٿئي ٿو پر ملڪ ۽ قوم به ترقي ڪري ٿي.

- اسان کنهن بہ محنت کندڙ کي گهٽ نہ سمجهون، پر ان جي عزت ڪريون.

- هر شاگرد ۽ شاگردياڻي پنهنجي بابت ٻڌائي تہ اهو مستقبل ۾ محنت جو ڪهڙو طريقو اختيار ڪندو ۽ ڪهڙيءَ طرح سماج جي خدمت ڪندو؟

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- محنت جي لفظي معنيٰ ڇا آهي؟
٢- محنت جو مفهوم بيان ڪريو.
٣- محنت جا ذاتي ۽ سماجي فائدا ٻڌايو.
۴- محنت جي باري ۾ قرآن مجيد ڪهڙي تعليم ڏئي ٿو؟
۵- محنت بابت نبي ڪريم ﷺ جن ڪهڙي تعليم ڏني آهي؟

### ٢. خال ڀَريو:

(١) محنت ڪرڻ سان ماڻهوءَ ۾ ________ پيدا ٿئي ٿي.
(٢) انسان جو بهترين ________ اهو آهي، جيڪو هو پنهنجن هٿن سان ڪمائي.
(٣) نبي ڪريم جن سوال ڪرڻ کي ___________ فرمايو آهي.
(۴) محنت سان معاشري ۾ _________ ٿئي ٿي.
(۵) نبي ڪريم جن فرمايو تہ مزدور کي سندس مزدوري ان جي ____ سُڪڻ کان اڳ ڏيو.

### ٣. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- حضرت آدم عَلَيۡهِ السَّلَامُ ٻڪريون چاريندا هئا. | | |
| ٢- حضرت نوح عَلَيۡهِ السَّلَامُ واپار ڪندا هئا. | | |
| ٣- حضرت ادريس عَلَيۡهِ السَّلَامُ درزڪو ڪم ڪندا هئا. | | |
| ٤- حضرت داؤد عَلَيۡهِ السَّلَامُ زرهون ٺاهيندا هئا. | | |
| ٥- حضرت موسىٰ عَلَيۡهِ السَّلَامُ ٻنِي ٻارو ڪندا هئا. | | |

### ٤. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائيي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- محنت جي معنىٰ آهي | جيڪو پاڻ پنهنجن هٿن سان ڪمائي. |
| ٢- محنت ڪندڙ شخص ڪنهن جي اڳيان | پيغمبر هوندا آهن. |
| ٣- دنيا جا بهترين انسان | هٿ ڊگهيڙڻ کان بچي پوي ٿو. |
| ٤- آخري پيغمبر حضرت مُحَمّد ﷺ جن | تڪليف ۽ مشقّت. |
| ٥- انسان جو بهترين رزق اهو آهي، | ٻڪريون بہ چاريون هيون. |

## استادن لاءِ هدايت

- استاد صاحبن کي گهرجي تہ شاگردن ۽ شاگردياڻين آڏو ”تعليم لاءِ محنت جي ضرورت“ جي موضوع تي ليڪچر ڏين تہ جيئن انهن ۾ ڪاپي ڪلچر سان نفرت پيدا ٿئي ۽ هو پنهنجي تعليم تي ڌيان ڏين.

# ۵- ماحول جي گدلاڻ ۽ اسلامي تعليمات

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- پنهنجي ماحول بابت جاڳرتا پيدا ڪري بيان ڪري سگهندا.
- ماحول جي گدلاڻ ۽ اسلامي تعليمات بابت آگاهه ٿي، لکي سگهندا.
- ماحول کي گدلاڻ کان بچائڻ جي اهميت بيان ڪري سگهندا.
- پنهنجو پاڻ کي ۽ ماحول کي صاف سٿرو رکڻ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

**ماحول جو مفهوم:** اسان جي چوڌاري جيڪي شيون آهن، انهن کي 'ماحول' چئبو آهي.

**گدلاڻ جو مفهوم:** اسان جي ماحول ۾ اهڙيون شيون، جيڪي انساني صحت لاءِ نقصانڪار هجن، انهن کي 'ماحول جي گدلاڻ' چئبو آهي. ماحول جي گدلاڻ انسانن ۽ سيني جاندارن لاءِ تمام گهڻي نقصانڪار آهي. ماحول کي گدلاڻ کان بچائڻ لاءِ ڏيهي ۽ پرڏيهي طور تي قدم کنيا پيا وڃن ته جيئن دنيا ۾ انسان ۽ ٻيا جانور زنده رهي سگهن. ماحول جي گدلاڻ جي حوالي سان پوري دنيا ۾ اها جاڳرتا پيدا ڪئي پئي وڃي ۽

ماحول کي پاڪ ۽ صاف بڻائڻ لاءِ اربين رپيا خرچ ڪيا پيا وڃن. اسلام زندگي گذارڻ جو مڪمل نظام آهي. هن صرف آخرت جي ڪاميابيءَ تي زور ناهي ڏنو، پر هو دنيا ۾ به انساني زندگيءَ جي خوشحالي ۽ ترقيءَ جو علمبردار آهي. جيئن ته ماحول جي گدلاڻ انساني زندگيءَ ۽ ان جي ترقيءَ لاءِ نقصانڪار آهي، انهيءَ ڪري اسلامي تعليمات موجب ماحول کي پاڪ صاف رکڻ ۽ ان کي هر قسم جي گدلاڻ کان بچائڻ تي زور ڏنو ويو آهي. قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

وَاللّٰهُ يُحِبُّ الْمُطَّهِّرِيْنَ ۝١٠٨ (التوبه: ١٠٨)

۽ الله پاڪ رهڻ وارن کي دوست رکندو آهي.

اسان مان جڏهن هر شخص پنهنجي پاڪائي ۽ صفائيءَ جو اهتمام ڪندو ته ان جو اثر اسان جي ماحول تي پوندو ۽ اسان جو ماحول گدلاڻ کان بچي پوندو. اسلام دنيا ۾ فساد پکيڙڻ کي سختيءَ سان روڪي ٿو ۽ فساد رڳو ڦُر لُٽ يا قتل کي نٿو چيو وڃي، پر ماحول کي خراب ڪرڻ پڻ فساد ئي آهي. قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

”۽ الله فساد کي پسند نه ڪندو آهي“. (البقره: ٢٠٥)

نبي ڪريم ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي:

اَلطُّهُوْرُ شَطْرُ الْاِيْمَانِ

پاڪائي ايمان جو حصو آهي.

ماحول جي گدلاڻ جا ڪجهه قسم هيٺ ڏنا پيا وڃن:

**فضائي گدلاڻ:** اسان جو فضائي ماحول ڪارخانن مان نڪرندڙ زهريلي دونهين، گاڏين مان نڪرندڙ دونهين ۽ سگريٽ جي دونهين سان گدلو ٿئي ٿو. ان گدلاڻ جي ڪري ڇمڙي، ڪن، نڪ ۽ اکين جون بيماريون جنم وٺن ٿيون. فضائي گدلاڻ کان بچاءَ لاءِ وڻ پوکڻ تمام ڪارائتا آهن. وڻ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جذب ڪن ٿا، جيڪا انسان ۽ جانور خارج ڪندا آهن ۽ آڪسيجن ٻاهر ڪڍن ٿا، جيڪا جاندارن کي ساهه کڻڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. نبي ڪريم ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي:

مَا مِنْ مُسْلِمٍ يَغْرِسُ غَرْسًا أَوْ يَزْرَعُ زَرْعًا فَيَأْكُلُ مِنْهُ طَيْرٌ أَوْ إِنْسَانٌ أَوْ بَهِيْمَةٌ إِلَّا كَانَ لَهُ بِهِ صَدَقَةٌ

ڪوبه مسلمان ڪو وڻ پوکي ٿو يا ٻني پوکي ٿو، پوءِ ان مان پکي يا انسان يا جانور کائين ٿا ته اهو ان لاءِ صدقي ۾ شمار ٿئي ٿو.

**پاڻياٺي گدلاڻ:** پاڻي هن ڌرتيءَ تي زندگيءَ جو بنياد آهي. ڪارخانن مان نڪرندڙ زهريلو پاڻي، زمين جي ڪيميائي ڀاڻ جو غيرضروري استعمال، دريائن ۽ سمنڊن ۾ گند ڪچرو اڇلائڻ سان پاڻياٺي گدلاڻ پکڙجي ٿي. ان سان نه صرف پاڻي انسانن جي لاءِ استعمال جوڳو نٿو بڻجي، پر پاڻياٺي مخلوق لاءِ پڻ اهو پاڻي انتهائي نقصانڪار آهي. انسان پاڻياٺي جانورن مان گهڻن جانورن کي پنهنجي خوراڪ طور استعمال ڪري ٿو. جيئن مڇي وغيره. پاڻياٺي گدلاڻ سان اها خوراڪ انسان جي لاءِ استعمال جوڳي نٿي رهي. نبي ڪريم ﷺ جن پاڻيءَ کي پاڪ ۽ صاف رکڻ تي زور ڏيندي فرمايو آهي ته:

اِتّقُوا الْمَلَاعِنَ الثَّلَاثَةَ الْبَرَازَ فِي الْمَوَارِدِ وَقَارِعَةِ الطَّرِيْقِ وَالظِّلِّ

”لعنت جو سبب بڻجندڙ ٽن شين کان بچو: پاڻيءَ جي وهڻ تي گندگي ڪرڻ کان ۽ رستي جي وچ ۾ گندگي ڪرڻ کان ۽ ڇانوَ وارن وڻن جي هيٺان گندگي ڪرڻ کان“.

**صَوتي گدلاڻ:** صوتي گدلاڻ ”گوڙ“ کي چئبو آهي. حد کان وڌيڪ آواز گوڙ بڻجي ماحول کي گدلو ڪري ٿو. جنهن سان انسان جسماني دٻاءَ جو شڪار ٿئي ٿو ۽ ان ۾ نفسياتي بيماريون جنم وٺن ٿيون. گاڏين جو گوڙ، انهن ۾ لڳل پريشر هارن، لاؤڊ اسپيڪر جو غيرضروري واڌو استعمال صوتي گدلاڻ جو سبب بڻجن ٿا. قرآن مجيد ۾ ارشاد آهي:

”۽ پنهنجو آواز ڊرو ڪر، ڇوته آوازن مان بڇڙو (آواز) گڏهه جي هينگ آهي“. (لقمان:١٩)

نبي ڪريم ﷺ عام طور تي وچولي آواز ۾ ڳالهائيندا هئا. اسلامي تعليمات جي روشنيءَ ۾ بهترين انسان اهو آهي، جيڪو انسانن جي لاءِ سڀ کان وڌيڪ فائديمند هجي. نبي ڪريم ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي:

”انسانن ۾ سڀ کان وڌيڪ سٺو انسان اهو آهي، جيڪو ٻين کي نفعو پهچائي“.

اسان کي گهرجي ته گند ڪچرو آباديءَ جي ويجهو نه ساڙيون ۽ پاڻيءَ ۾ نه اڇلايون. لاؤڊ اسپيڪر جو گهٽ کان گهٽ استعمال ڪريون ۽ اهڙيون گاڏيون استعمال ڪريون، جيڪي دونهون نه ڪڍنديون هجن. موجوده دور ۾ انسانن سان وڏي ڀلائي اها آهي ته ان جي ماحول کي هر قسم جي گدلاڻ کان بچايو وڃي، ته جيئن انسان صحتمند زندگي گذاري سگهي ۽ آخرت جي امتحان جي بهتر طريقي سان تياري ڪري سگهي.

## سبق جو خلاصو

- ماحول ۾ اهڙين شين جو شامل ٿيڻ جيڪي صحت لاءِ نقصانڪار ثابت ٿين، ان کي ”ماحول جي گدلاڻ“ چئبو آهي.
- ماحول جي گدلاڻ صرف انسانن جي صحت لاءِ نقصانڪار ناهي، پر سڀني جاندارن لاءِ نقصانڪار آهي.
- ماحول کي گدلو ڪرڻ زمين تي فساد پکيڙڻ جي برابر آهي.
- اسلام ماحول کي پاڪ ۽ صاف رکڻ جو سبق ڏئي ٿو ته جيئن گدلاڻ کان بچي سگهجي ۽ انسان خوشحال زندگي گذاري سگهي.

- هر هڪ شاگرد ۽ شاگردياڻي گهٽ ۾ گهٽ هڪ اهڙي شيءِ ٻڌائي، جنهن سان ماحول ۾ گدلاڻ پکڙجندي هجي ۽ ان کان بچاءَ جي تدبير به ٻڌائي.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- ماحول جي گدلاڻ ڇا کي چئبو آهي؟

٢- ماحول جي گدلاڻ جا گهڻا قسم آهن؟

٣- اسلام جي مطابق ماحول کي گدلو ڪرڻ ڇا ڪاڻ ناپسند ڪيو ويو آهي؟

٤- فضائي ماحول جي گدلاڻ کان ڪيئن بچي سگهجي ٿو؟

٥- صوتي گدلاڻ ڪهڙين شين کان پکڙجي ٿي؟

### ٢. خال ڀريو:

(ا) اسان کي گهر جي ته آباديءَ جي ويجهو ________ کي نه ساڙيون.

(٢) لاؤڊ اسپيڪر جو غير ________ استعمال نه ڪجي.

(٣) اهڙيون گاڏيون استعمال ڪجن، جيڪي ________ نه ڪن.

(٤) نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ”انسانن ۾ سڀ کان سٺو انسان اهو آهي، جيڪو ٻين انسانن کي ________ پهچائي.

(۵) نبي ڪريم ﷺ جن پاڻيءَ کي ________ رکڻ تي زور ڏنو آهي.

## ۳. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ۱- اسان جي چوڌاري جيڪي شيون آهن، انهن کي 'ماحول' چئجي ٿو. | | |
| ۲- الله تعالىٰ فساد ڪندڙن کي پسند نٿو ڪري. | | |
| ۳- وڻ آڪسيجن جذب ڪن ٿا. | | |
| ۴- گدلاڻ هن ڌرتيءَ تي زندگيءَ جو بنياد آهي. | | |
| ۵- پاڻياٺي گدلاڻ سان پاڻيءَ جي خوراڪ انسانن لاءِ استعمال جوڳي نٿي رهي. | | |

## ۴. ڪالم ۱- جي لفظن کي ڪالم ۲- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-۱ | ڪالم-۲ |
|---|---|
| ۱- صوتي گدلاڻ | وڻ پوکڻ تمام ڪارائتا آهن. |
| ۲- فضائي گدلاڻ کان بچاءَ لاءِ | صدقه جاريه قرار ڏنو آهي. |
| ۳- وڻ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ | گوڙ کي چئبو آهي. |
| ۴- نبي ڪريم ﷺ جن وڻ پوکڻ کي | جذب ڪن ٿا. |

### استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين تي واضح ڪريو ته قرآن مجيد اسان کي وضو ۽ غُسل ذريعي پاڪائي حاصل ڪرڻ جو حڪم ڏئي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح حديثن مبارڪن ۾ به پاڪ ۽ صاف رهڻ جو حڪم آهي. اهي ماحول جي گدلاڻ کان بچاءَ جو سٺو ذريعو آهن.

# ٦- حُقوق العباد (مائٽَ، مهمانَ، بيمارَ)

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق ٿيندا ته اُهي:

- انساني حقن بابت آگاهه ٿي، بيان ڪري سگهندا.
- حقوق العباد ادا ڪري، امن ۽ سڪون وارو سماج قائم ڪرڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري سگهندا.

**حقوق العباد جي معنىٰ ۽ مفهوم:** ”حقوق“ جمع آهي ”حق“ جو. ”حق“ جي لفظي معنىٰ آهي ”ثابت ٿيل شيءِ ۽ رعايتون“. ”حقوق العباد“ مان مراد اهي ذميداريون آهن، جيڪي الله تعالىٰ جي طرفان ٻانهن تي هڪبئي لاءِ فرض ڪيل آهن. هڪ ٻانهي جو حق ٻئي لاءِ ذميداري يا فرض ٿيندي آهي.

حقن جا ٻه قسم آهن: (١) حقوق الله ۽ (٢) حقوق العباد. حقوق الله مان مراد الله تعالىٰ سان تعلق رکندڙ اهي ذميداريون آهن، جن جي اسلام اسان کي تعليم ڏني آهي ۽ حقوق العباد مان مراد ٻانهن سان تعلق رکندڙ اهي ذميداريون آهن، جيڪي اسلام اسان جي مٿان لاڳو ڪري ٿو.

ڪنهن به سماج جي خوشحالي، ڪاميابي، امن ۽ ترقيءَ لاءِ ضروري آهي ته ان ۾ انساني حقن جو وڏيڪ خيال رکيو وڃي. جنهن سماج ۾ انساني حقن جو جيترو لحاظ رکيو ويندو، اهو سماج اوترو خوشحال ۽ اُسرندڙ سماج ٿيندو. اسلام حقوق العباد تي گهڻو زور ڏئي ٿو. انهن حقن ۾ ٽن قسمن جي ماڻهن جا حقَ انتهائي اهم آهن. مائٽَ، مهمانَ ۽ بيمارَ. مائٽن ۾ چاچو، چاچي، ماسي، ڀڻي، مامو، سؤٽ، ماروٽ، ڀڻات ۽ ماسات وغيره شامل آهن.

**مائٽن جا حقَ:** انساني ناتن ۾ سڀ کان وڏيڪ اهميت مائٽن جي آهي. اهوئي سبب آهي جو قرآن ۽ حديث ۾ انساني حقن ۾ انهن کي سرفهرست رکيو ويو آهي. مائٽن جا اسان جي مٿان جيڪي حق لاڳو ٿين ٿا، انهن مان ڪجهه هي آهن:

- انهن جي ڏک سُک ۾ شريڪ ٿيون.
- انهن سان سٺو ورتاءُ ڪريون.

- ڏکئي وقت ۾ انهن جي مدد ڪريون.
- انهن کي ڪنهن بہ قسم جي تڪليف ڏيڻ کان پاسو ڪريون.

قرآن مجيد ۾ ارشاد مبارڪ آهي:

وَاٰتِ ذَاالْقُرْبٰى حَقَّهٗ (بني اسرائيل:٢٦)

۽ مائٽي وارن کي سندن حق ڏي.

مائٽن سان مائٽي ڳنڍڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي ۽ انهن کان مائٽي ٽوڙڻ تي سختيءَ سان روڪيو ويو آهي. مٽيءَ کي ٽوڙڻ قرآن مجيد ۾ منافقن جي نشاني ٻڌائي وئي آهي. الله تعالىٰ جو ارشاد آهي:

”۽ الله جن (ڪمن) جي ڳنڍڻ جو حڪم ڪيو آهي، تن کي ڇنندا آهن“. (البقره: ٢٧)

مائٽي جوڙڻ جي اهميت کي واضح ڪندي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو:

”مائٽي ٽوڙيندڙ جنت ۾ داخل نہ ٿيندو“.

نبي ڪريم ﷺ مائٽن جي حقن جو گھڻو خيال رکندا هئا. پنهنجي ٿڃ پيئاريندڙ ماءُ بيبي حليمه سعديه رضي الله عنها ۽ پنهنجي ٿڃ شريڪ ڀيڻ حضرت شيُماء رضي الله عنها جو اُٿي بيهي استقبال ڪندا هئا ۽ انهن لاءِ پنهنجي چادر وڇائيندا هئا ۽ انهن کي ڇڏڻ لاءِ اڳتي ويندا هئا. انهن جون ڳالهيون توجّه سان ٻڌندا هئا. پڇاڙيءَ ۾ ڪين تحفن ۽ سوکڙين سان رخصت ڪندا هئا.

**مهمانن جا حقَ:** سُني سماج ۾ مهمان جي عزت ڪئي ويندي آهي ۽ انهن جي مهمان نوازي ڪئي ويندي آهي. مهمان نوازي نبين سڳورن ﷺ جي سنت آهي. قرآن مجيد ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي مهمان نوازيءَ جو ذڪر آيو آهي. نبي ڪريم ﷺ جن بہ گھڻا مهمان نواز هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جن جو ارشاد آهي:

”جيڪو شخص الله تعالىٰ ۽ آخرت تي ايمان رکي ٿو، ڪيس گھرجي تہ اهو پنهنجي مهمان جي عزت ڪري“.

نبي ڪريم ﷺ مهمان جو پورو خيال رکندا هئا. اسلامي تعليمات مان معلوم ٿئي ٿو تہ مهمان بہ پنهنجي ميزبان جو خيال رکي. پنهنجي ميزبان سان اهڙي فرمائش نہ ڪري، جنهن سان هن کي تڪليف پهچي ۽ ٽن ڏينهن کان وڌيڪ ميزبان وٽ نہ ترسي. ميزبان وٽ اهڙن وقتن ۾ نہ وڃي، جن سان ڪيس تڪليف ۽ ڏکيائي محسوس ٿئي.

اسلامي تعليمات جي روشنيءَ ۾ ميزبان تي مهمان جا به حقَ آهن، جن مان ڪجهه هي آهن:

- مهمان جي عزت ڪرڻ.
- وس آهران جي خدمت ڪرڻ.
- مهمان جي آرام جو خيال رکڻ.
- مسلم ۽ غيرمسلم لاءِ انهن حقن ۾ فرق نه ڪرڻ.

**بيمار جا حقَ:** نبي ڪريم ﷺ بنا ڪنهن فرق جي مسلم ۽ غيرمسلم جي بيماريءَ جي وقت عيادت ڪندا هئا. ايستائين جو پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجن دشمنن جي پڻ عيادت ڪندا هئا.

بيمار جا گهڻا حقَ آهن، جن مان ڪجهه هي آهن:

- جيڪڏهن ڪو شخص بيمار ٿئي ته حيثيت واري تي ضروري آهي ته اهو سندس حيثيت مطابق علاج ڪرائي.
- جڏهن ڪو شخص بيمار ٿئي ته ان جي عيادت ڪجي.
- بيمار جي عيادت جي وقت ان جي صحتيابيءَ جي دعا گهري.
- عيادت ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ دير تائين ان وٽ نه ويهي، ڇاڪاڻ ته اڪثر ڪري بيمار تڪليف جي حالت ۾ هوندو آهي.
- هن ڏکئي وقت ۾ هن کي سهارو ۽ حوصلو ڏجي.
- علاج کان علاوه ضرورت مطابق هن جي ٻي مدد ڪرڻ گهرجي.

اسان کي به گهرجي ته اسان به پنهنجن مائٽن، مهمانن ۽ بيمارن جا حقَ ادا ڪريون. ان سان سماج ۾ محبت وڌندي ۽ امن ۽ سڪون قائم ٿيندو ۽ ان عمل سان اللّٰه تعاليٰ جو راضپو حاصل ٿيندو.

## سبق جو خلاصو

- اسلام ۾ حقوق العباد (مائٽن، مهمانن، بيمارن) جي وڏي اهميت آهي. حقوق العباد سان ئي سماج ۾ امن ۽ سڪون پيدا ٿئي ٿو ۽ ان سان ئي ملڪ ۽ قوم ترقي ڪري سگهندا.
- جنهن سماج ۾ انساني حقن جو جيترو وڌيڪ لحاظ ڪيو ويندو، اهو معاشرو اوترو وڌيڪ خوشحالي ۽ ترقي ماڻيندو.

- هرهڪ شاگرد ۽ شاگردياڻي پنهنجي پاڙي ۾ ڪنهن بيمار جي عيادت لاءِ وڃي يا پنهنجي مائٽ سان ملاقات ڪري، ڪلاس ۾ پنهنجن ساٿين کي ٻڌائي.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- حقوق العباد جي معنيٰ ۽ مفهوم ٻڌايو.
٢- مائٽن جي حقن مان ڪي به ٽي حق بيان ڪريو.
٣- مهمان جا ڪهڙا حقَ آهن؟ انهن مان ڪي به ٽي حقَ بيان ڪريو.
٤- نبي ڪريم ﷺ بيمار جي حقن جي حوالي سان ڇا ارشاد فرمايو آهي؟
٥- مائٽن جي حقن بابت نبي ڪريم ﷺ جو عملي مثال پيش ڪريو.

## ٢. خال ڀَرِيو:

(١) جڏهن ڪو بيمار ٿي پوي ته ان جي ________ ڪجي.
(٢) مهمان به پنهنجي ____________ جو خيال رکي.
(٣) مائٽن سان ________ جوڙڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي.
(٤) نبي ڪريم ﷺ جن گهڻا ________ هئا.

## ٣. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- حق جي لفظي معنيٰ آهي انصاف. | ☐ | ☐ |
| ٢- حقن جا ٻه قسم آهن: (١) حقوق الله (٢) حقوق العباد. | ☐ | ☐ |
| ٣- انساني ناتن ۾ سڀ کان وڏي اهميت دوستن جي آهي. | ☐ | ☐ |
| ٤- مائٽن سان مائٽي ٽوڙڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. | ☐ | ☐ |
| ٥- سٺي سماج ۾ مهمان جي عزت ڪئي ويندي آهي. | ☐ | ☐ |

### ٤. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
| --- | --- |
| ١- بيمار جي عيادت ڪرڻ | مهمان جي عزت ڪئي ويندي آهي. |
| ٢- قرآن مجيد ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام جي | نبين سڳورن عليهم الصلوٰة والسلام جي سُنّت آهي. |
| ٣- سٺي سماج ۾ | داخل نہ ٿيندو. |
| ٤- مهمان نوازي | مهمان نوازيءَ جو ذڪر آيو آهي. |
| ٥- مائٽي توڙڻ وارو جنت ۾ | الله تعالیٰ کي پسند آهي. |

## استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۾ شاگرديا ڻين آڏو مائٽن، مهمانن ۽ بيمارن بابت حديثن ۾ بيان ٿيل حقن بابت وڌيڪ روشني وجهو.

# هدايت جا سرچَشما / مَشاهيرِ اسلام

ڪنهن بہ قوم جا مشاهير ان قوم جي لاءِ هدايت جي واٽ، رهبر ۽ رهنما جي حيثيت رکندا آهن، جن جي زندگيءَ کي سامهون رکندي، قومون اڳتي وڌنديون رهنديون آهن. اسلام جي تعليم ۽ تربيت جي نتيجي ۾ اهڙا بهترين انسان وجود ۾ آيا آهن، جن تي سموري انسانيت فخر ڪري سگهي ٿي. هن باب ۾ اسلامي تاريخ جي چئن اهم مشاهير حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها، حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه، صلاح الدين ايوبي رحمة الله عليه ۽ علامه ابن خَلدون رحمة الله عليه جو ذڪر ڪيو ويندو، جيڪي اسان جي زندگيءَ لاءِ هدايت جي لاٽ آهن.

هنن سبقن جو مقصد هيءُ آهي تہ شاگردَ ۽ شاگردياڻيون هن باب ۾ ڏنل چئني شخصيتن جي زندگيءَ جي احوال، انهن جي ڪارنامن ۽ انهن جي طرفان دين جي باري ۾ ڪيل قيمتي خدمتن کان واقف ٿي انهن جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪندا.

# ا- حضرت عائشه صِدِّيقه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق ٿيندا ته اهي:

- حضرت عائشه صِدِّيقه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جي زندگيءَ بابت آگاهي حاصل ڪري لکي سگهندا.
- حضرت عائشه صِدِّيقه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جي شخصيت ۽ سندن ديني خدمتن جي باري ۾ بيان ڪري سگهندا.

**نالو ۽ نسب:** سندن نالو عائشه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا ۽ لقب صِدِّيقه آهي. پاڻ بنوتيم خاندان سان تعلق رکن ٿيون. پاڻ حضرت ابوبڪرصِدِّيق رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جي ڌيءَ ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جي محبوب گهرواري آهن. سندن والده ماجده جو نالو اُمِّ رومان رَضِيَ اللهُ عَنْهَا آهي.

**زندگيءَ جا واقعا:** حضرت عائشه صِدِيقه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جي تربيت شروع کان ئي اسلامي تعليمات جي مطابق ٿي. پاڻ رَضِيَ اللهُ عَنْهَا ننڍپڻ کان ئي انتهائي هوشيار هيون. هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ جن گهر ۾ آيا ته بيبي عائشه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا وٽ ڪجهه رانديڪا ڏٺائون. انهن ڪڏين ۾ پَرَن وارو گهوڙو به هو. پاڻ سڳورن ﷺ بيبي عائشه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا کان پڇيو ته "هي ڇا آهي"؟ بيبي عائشه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جواب ڏنو ته "هيءُ گهوڙو آهي". نبي ڪريم ﷺ جن پڇيو ته "ڇا گهوڙي کي پَـرَ هوندا آهن ؟" بيبي عائشه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جواب ڏنو ته "اي الله جا رسول! حضرت سليمان عَلَيْهِ السَّلَام جي گهوڙي کي پَـرَ ته هئا".

نبي ڪريم ﷺ جن سان بيبي عائشه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جو نڪاح مديني ڏانهن هجرت کان اڳ ٿيو هو ۽ رخصتي مديني ڏانهن هجرت کان پوءِ ٿي. سندن گهر مسجد نبويءَ جي ويجهو هڪ حُجري جي صورت ۾ هو. ان جو فائدو اهو ٿيو ته بيبي سڳوري رَضِيَ اللهُ عَنْهَا نبي ڪريم ﷺ جن جي مسجد نبويءَ ۾ ڏنل تعليم به ٻڌندي هئي. جيڪڏهن ڪا شيءِ رهجي ويندي هئي ته اها پاڻ سڳورن ﷺ کان حجري ۾ اچڻ وقت پڇي وٺنديون هيون. اهوئي سبب آهي، جو بيبي سڳوريءَ رَضِيَ اللهُ عَنْهَا کان ٻن هزارن کان به وڌيڪ حديثون روايت ٿيل آهن.

**حضرت عائشه صِدِّيقه رَضِيَ اللهُ عَنْهَا جي شخصيت ۽ فضيلتون:** بيبي سڳوري رَضِيَ اللهُ عَنْهَا اصحاب سڳورن رَضِيَ اللهُ عَنْهُمْ ۽ صحابيات سڳورين رَضِيَ اللهُ عَنْهُنَّ کان علم ۽ فضيلت ۾ تمام وڌو درجو رکندي هئي . ڏکين مسئلن ۾ به اصحاب سڳورا رَضِيَ اللهُ عَنْهُمْ ۽ صحابيات سڳوريون رَضِيَ اللهُ عَنْهُنَّ بيبي سڳوري رَضِيَ اللهُ عَنْهَا سان رابطو ڪري پنهنجا مسئلا حل ڪرائيندا هئا. حج جي دوران ماڻهن جا جٿا سندن خيمي ۾ اچي مسئلا پڇندا هئا ۽ بيبي سڳوري رَضِيَ اللهُ عَنْهَا انهن جا

جواب ڏيندي هئي. اُمُّ المؤمنين حضرت عائشه رضي الله عنها جو وڏيڪ وقت نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۽ ماڻهن جي تعليم ۽ تربيت توڙي عبادت ۾ گذرندو هو.حضرت عائشه رضي الله عنها کي قرآن، حديث ۽ فقه تي وڏي مهارت حاصل هئي.

حضرت عائشه صِدِّيقه رضي الله عنها جي زندگي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو نمونو هئي. سندس صداقت ۽ تقويٰ بابت قرآن مجيد جي سورۃ نور ۾ ڪوڙ ساريون آيتون نازل ٿيون آهن. نبي ڪريم ﷺ کي به بيبي سڳوريءَ رضي الله عنها سان ڏاڍي محبت هئي. حضور ڪريم ﷺ پنهنجي زندگيءَ جا آخري ڏينهن بيبي عائشه رضي الله عنها جي گهر ۾ گذاريا هئا ۽ ان گهر ۾ ئي دفن ڪيا ويا. سندن حجري مبارڪ ۾ قرآن مجيد جون گهڻيون ئي آيتون نازل ٿيون، جيڪا ڳالهه بيبي عائشه رضي الله عنها جي لاءِ سڀ کان وڏي عزت ۽ عظمت جو سبب آهي. حضرت عائشه رضي الله عنها اعليٰ اخلاق جو نمونو هئي . نهايت سخي هيون. هڪ ڀيري سندن ڀاڻيجي حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنه سندن خدمت ۾ ڪجهه دينار موڪليا ته پاڻ رضي الله عنها اهي سمورا دينار محتاجن ۽ غريبن ۾ ورهائي ڇڏيا ئين.

**حضرت عائشه صِدِّيقه رضي الله عنها جو غَزون ۾ ڪردار:** اسلامي تاريخ جي مطالعي مان خبر پوي ٿي ته اسلام ۽ مسلمانن جي دفاع لاءِ جهاد ۾ نه صرف مرد حصو وٺندا هئا، پر عورتون به پنهنجو ڪردار ادا ڪنديون هيون. جهاد جي ميدان ۾ مرد لڙڻ ۾ مصروف رهندا هئا ته عورتون زخمين کي طبّي مدد پهچائينديون هيون ۽ انهن جي کاڌي پيتي ڪارائڻ ۾ مدد ڪنديون هيون. حضرت بيبي عائشه رضي الله عنها غزوه اُحد ۽ غزوه بني مصطلق ۾ شريڪ ٿي اهڙيون خدمتون سرانجام ڏنيون.

**وفات:** حضرت عائشه رضي الله عنها چئني خليفن سڳورن رضي الله عنهن جو زمانو ڏٺو هو. سندن وفات ١٧ رمضان المبارڪ سنه ٥٨هجري ۾ ٿي. حضرت عائشه رضي الله عنها جي نماز جنازه ان وقت جي مديني جي گورنر حضرت ابوهريره رضي الله عنه پڙهائي. ڪين رات جي وقت مديني جي قبرستان بقيع الغرقد ۾ دفن ڪيو ويو. بيبي سڳوريءَ رضي الله عنها کي ڪوبه اولاد نه هو. سندن شان ۾ نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو آهي:

مديني منوره ۾ حضرت عائشه صِدِّيقه رضي الله عنها جي قبر مبارڪ ١٩٢٦ع کان اڳ

”عائشه کي دنيا جي عورتن ۾ اها فضيلت حاصل آهي، جيڪا کاڌن ۾ ثَريد کي“.

(گوشت جي اها رَسُ جنهن ۾ مانيءَ جا ڳڀا پوري کاڌي ويندي آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ”ڪُٽي“ چئبو آهي. عربيءَ ۾ ان کي ”ثَريد“ چئبو آهي. کاڌي جو اهو طريقو عرب ۾ گهڻو پسند ڪيو ويندو هو)

**حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جون خوبيون:** حضرت بيبي عائشه رضي الله عنها جون گهڻيون ئي خوبيون آهن، جن مان ڪجهه هي آهن:

- حضرت عائشه رضي الله عنها جو نبي ڪريم ﷺ جي زوجه محترمه هئڻ.
- گهڻين حديثن جي روايت ڪرڻ.
- ديني مسئلن ۾ اصحابن سڳورن رضي الله عنهن جي رهنمائي فرمائڻ.
- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي حُجري مبارڪ ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جو دفن ٿيڻ.

## سبق جو خلاصو

- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها حضرت ابوبڪر صِدّيق رضي الله عنه جي ڌيءُ هئي.
- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها نبي ڪريم ﷺ جن جي پياري گهرواري هئي.
- نبي ڪريم ﷺ جن جو حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها سان نڪاح مديني جي هجرت کان اڳ ٿيو هو ۽ رخصتي مديني جي هجرت کان پوءِ ٿي.
- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها اصحابن سڳورن رضي الله عنهم ۽ صحابيات سڳورين رضي الله عنهن ۾ علم ۽ فضيلت ۾ تمام وڏو درجو رکنديون هيون.
- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها کي قرآن، حديث ۽ فقه تي وڏي مهارت حاصل هئي.
- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها چئني خليفن سڳورن رضي الله عنهم جو دور ڏٺو.
- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي وفات ١٧ رمضان المبارڪ سنه ٥٨ هجري ۾ ٿي.

- شاگردَ ۽ شاگردياڻيون هڪ ٻئي کي حضرت بيبي عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي زندگيءَ جو مختصر احوال آڪاٽيءَ جي صورت ۾ ٻڌائين

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي پيءُ ۽ ماءُ جو نالو ٻڌايو.

٢- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي رخصتي ڪڏهن ٿي؟

٣- هن سبق ۾ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي باري ۾ ڇا فرمايو؟

٤- قرآن مجيد جي ڪهڙي سورة ۾ حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي شان ۾ آيتون نازل ٿيون؟

٥- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها ڪڏهن وفات ڪئي ۽ سندن نماز جنازه ڪنهن پڙهائي؟

## ٢. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

١- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها تعلق رکنديون هيون:

(الف) بنونجّار خاندان سان (ب) بنوتيم خاندان سان

(ج) بنوعدي خاندان سان (د) بنوتميم خاندان سان

٢- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها غزون ۾ شريڪ ٿي خدمتون سرانجام ڏنيون:

(الف) غزوهٔ اُحد ۽ غزوهٔ بني مُصطلق ۾ (ب) غزوهٔ بدر ۽ غزوه خندق ۾

(ج) غزوهٔ تبوڪ ۽ غزوهٔ حُنين ۾ (د) غزوهٔ خيبر ۽ غزوه طائف ۾

٣- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي تقوىٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي باري ۾ قرآن مجيد جون گهڻيون آيتون نازل ٿيون:

(الف) سورهٔ آل عمران ۾ (ب) سورهٔ نساء ۾

(ج) سورهٔ نور ۾ (د) سورهٔ حُجرات ۾

٤- حضرت اُمِّ رومان رضي الله عنها جو حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها سان ناتو هو:

(الف) والده ماجده جو (ب) ماسيءَ جو

(ج) پڦيءَ جو (د) نانيءَ جو

### ٣. خال ڀريو:

(١) حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي وفات ١٧ رمضان المبارڪ ________ ۾ ٿي.

(٢) حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها کي رات جي وقت مديني جي قبرستان ________ ۾ دفنايو ويو.

(٣) حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها نبي ڪريم ﷺ کان ________ کان به وڌيڪ حديثون روايت ڪيون آهن.

(٤) حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها ننڍپڻ کان ئي انتهائي ________ هيون.

### ٤. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- نبي ڪريم ﷺ جن سان حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جو نڪاح مديني جي هجرت کان اڳ ٿيو. | ☐ | ☐ |
| ٢- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي زندگي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو نمونو هئي. | ☐ | ☐ |
| ٣- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها رڳو ٽن خليفن جو زمانو ڏٺو. | ☐ | ☐ |
| ٤- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها اعليٰ اخلاق جو نمونو هيون. | ☐ | ☐ |
| ٥- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي وفات سنه ٥٠ هجري ۾ ٿي. | ☐ | ☐ |

### ٥. ڪالم١- جي لفظن کي ڪالم٢- جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جن | گهڻو وقت رسول الله ﷺ جي خدمت ۾ گذرندو هو. |
| ٢- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي حُجري | حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها سان محبت هئي. |
| ٣- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جو | ۾ قرآن مجيد جون ڪوڙ ساريون آيتون نازل ٿيون. |
| ٤- نبي ڪريم ﷺ جن کي به | پرهيزگاريءَ جو اعليٰ نمونو هيون. |

### استادن لاءِ هدايت

- حضرت عائشه صِدّيقه رضي الله عنها جي فضيلتن جي باري ۾ نبي ڪريم ﷺ جي بيان ڪيل حديثن مان گهٽ ۾ گهٽ ٽن حديثن متعلق شاگردن ۽ شاگردياڻين کي آگاهه ڪن.

# ٢- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله تعالىٰ عليه

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون هن لائق بڻجندا ته اُهي:

- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله تعالىٰ عليه جي زندگيءَ بابت آگاهي حاصل ڪري لکي سگهندا.
- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله تعالىٰ عليه جي ڪارنامن کي بيان ڪري سگهندا.

**نالو ۽ نسب:** حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله تعالىٰ عليه جو اصل نالو مسعود آهي. ”فريدالدين“ ۽ ”گنج شڪر“ ٻئي سندن لقب آهن. سندن والد جو نالو شيخ جمال الدين سليمان ۽ ماءُ جو نالو ”قرسم خاتون“ آهي. حضرت فريدالدين گنج شڪر جي ولادت ملتان جي هڪ ڳوٺ ڪتوال ۾ سنه ٥٦٩هه ۾ ٿي. سندن والد صاحب، وقت جو وڏو عالم ۽ ديندار شخص هو ۽ والده ماجده پڻ انتهائي پرهيزگار عورت هئي. سندن تعلق صوفين جي چشتي سلسلي سان هو.

**تعليم ۽ تربيت:** حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جي ولادت جي ڪجهه وقت کان پوءِ سندن والد صاحب جو لاڏاڻو ٿيو. سندن والده کين ملتان جي ان وقت جي هڪ وڏي عالم مولانا منهاج الدين ترمذي رحمة الله عليه وٽ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو. ان دور جي تعليمي نظام مطابق پاڻ سڀ کان اڳ ۾ قرآن مجيد ياد ڪيائون. ان کان پوءِ تفسير، حديث، فقه، فلسفي، منطق، رياضي ۽ فلڪيات جي تعليم حاصل ڪيائون.

حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه هڪ ڀيري مسجد ۾ ڪتابن جي مطالعي ۾ مصروف هئا ته حضرت قطب الدين بختيار ڪاڪي رحمة الله عليه اتي آيا. پاڻ ساڻن مليا ۽ سندن شخصيت کان ايترو ته متاثر ٿيا جو سندن بيعت ڪري، انهن جا مريد بڻيا.

حضرت فريد الدين گنج شڪر رحمة الله عليه پنهنجي مرشد جي هدايت مطابق وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اسلامي دنيا جي ڀين ملڪن جو سفر ڪيو. پاڻ علم ۾ وڌيڪ پختگي حاصل ڪرڻ لاءِ مڪه مڪرّمه، مدينه مُنوّ ره، بغداد، بلخ، بخارا ۽ بيت المقدس ويا ۽ اتي جي سُڃاتن عالمن سڳورن کان علم حاصل ڪيائون ۽ ڪجهه سالن کان پوءِ واپس وطن موٽي آيا.

**عبادت ۽ رياضت:** حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه پنهنجو اهو معمول بڻائي ڇڏيو هو ته مهيني ۾ ٻه ڀيرا پنهنجي مرشد سان ملاقات ۽ فيض حاصل ڪرڻ لاءِ دهلي ويندا هئا ۽ باقي مهينا الله تعالىٰ جي عبادت ۾ گذاريندا هئا. نفلن جو باقاعده اهتمام ڪندا هئا ۽ نفلي روزا گهڻا رکندا هئا. ذڪر ۽ اذڪار لاءِ وقت ڪڍندا هئا.

**دعوت ۽ تبليغ:** سندن مرشد حضرت قطب الدين بختيارڪاڪي رحمة الله عليه کين ماڻهن ۾ دين پکيڙڻ لاءِ هانسي موڪليو. اتي وڃي پاڻ ماڻهن ۾ تعليم ۽ تربيت ۽ انهن جي سڌاري جو ڪم ڪندا رهيا. انهيءَ دوران سندن مرشد جو لاڏاڻو ٿيو. پاڻ هانسي مان واپس ڪتوال آيا ۽ اتي ڪجهه وقت رهڻ کان پوءِ پاڻ اجوڌن کي پنهنجي تعليم، تربيت، دعوت ۽ تبليغ جو مرڪز بڻايو. اجوڌن ۾ ضدي قبيلا جاٽ ۽ راجپوت آباد هئا، جيڪي اڻ سڌريل هئا ۽ انهن ۾ جهالت عام هئي. حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جي محنت، ديني تبليغ، تعليم ۽ تربيت سان اهي مسلمان ٿيا ۽ سٺن اخلاقن ۽ ڪردارن وارا بڻجي پيا. سندن انهيءَ محنت جي نتيجي ۾ ننڍي ڪنڌ ۾ هزارين ماڻهو مسلمان بڻيا.

حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه بادشاهن کان پري رهندا هئا ۽ پنهنجن مُريدن کي ٻه انهن کان پري رهڻ جي نصيحت ڪندا هئا. هڪ ڀيري دهليءَ جي بادشاهه ناصرالدين محمود سندن خدمت ۾ هڪ وڏي رقم ۽ ڪجهه جاگيرن جا پروانا ٻه موڪليا. پاڻ انتهائي عاجزيءَ سان سموري رقم غريبن ۾ ورهائي ڇڏيائون ۽

جاگيرن جا پروانا واپس موڪلي ڏنائون.

حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ ڪتاب پڻ لکيا. سندن لکيل ڪتابن مان ٽي ڪتاب گهڻو مشهور ٿيا: ”ماهيتِ قلب“، ”راحت القلوب“ ۽ ”اسرار الاولياء“. انهن ڪتابن مان اجا تائين فيض حاصل ڪيو پيو وڃي.

**وفات:** حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ ۹۳ سالن جي عمر ۾ محرم الحرام سنہ ۶۶۸ھ ۾ وفات ڪيائون. سندن مزار پاڪپتن (ساهيوال ڊويزن) ۾ آهي.

## سبق جو خلاصو

- حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ جو اصل نالو مسعود هو.
- ”فريدالدين“ ۽ ”گنج شڪر“ ٻئي سندن لقب آهن.
- حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ جي ولادت ملتان جي هڪ ڳوٺ ”ڪتوال“ ۾ سن ۵۶۹ھ ۾ ٿي.
- حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ سڀ کان اڳ قرآن مجيد ياد ڪيو، ان کان پوءِ تفسير، حديث، فقه، فلسفو، منطق، رياضي ۽ فلڪيات جا علم حاصل ڪيائون.
- حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ حضرت قطب الدين بختيار ڪاڪي ﷫ جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ سندن مُريد بڻيا.
- حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ پنهنجو گهڻو وقت الله تعالىٰ جي عبادت ۾ گذاريو. نفل باقاعدگيءَ سان پڙهندا هئا ۽ نفلي روزا پڻ رکندا هئا.
- حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ جي محنت ۽ تبليغ جي دعوت جي نتيجي ۾ ننڍي کنڊ ۾ هزارين ماڻهن اسلام قبول ڪيو.
- حضرت فريدالدين گنج شڪر ﷫ ۹۳ سالن جي عمر ۾ محرم الحرام سنہ ۶۶۸ھ بمطابق ۾ وفات ڪئي.

- شاگردَ ۽ شاگردياڻيون پاڪستان جي نقشي ۾ پاڪپتن جو نشان لڳائي، پنهنجي پنهنجي ڪاپين ۾ لڳائين.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- حضرت بابا فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جو اصل نالو ڇا آهي ۽ سندن لقب ڪهڙا آهن؟
٢- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه ڪڏهن پيدا ٿيا ۽ ڪڏهن وفات ڪيائون؟
٣- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جي مرشد جو نالو ٻڌايو.
٤- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه ڪهڙن قبيلن کي مسلمان بڻايو؟
٥- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جي لکيل ڪتابن جا نالا ٻڌايو.

## ٢. خال ڀَرِيو:

(١) حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه سڀ کان اڳ ________ ياد ڪيو.
(٢) حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جو تعلق صوفين جي ________ سلسلي سان هو.
(٣) حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه پنهنجي مرشد کان فيض حاصل ڪرڻ لاءِ ________ ويندا هئا.
(٤) حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه ________ کان پري رهندا هئا.
(٥) حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جي مزار ________ ۾ آهي.

## ٣. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جو اصل نالو عبدالله آهي. | | |
| ٢- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه سنڌ ۾ ڄاوا. | | |
| ٣- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه جو تعلق صوفين جي سلسلي چشتيه سان هو. | | |
| ٤- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله عليه بادشاهن کان پري رهندا هئا. | | |

۴. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله تعالىٰ عليه | پيءُ جو نالو جمال الدين سليمان ۽ ماءُ جو نالو قرسم خاتون هو. |
| ٢- ذڪر ۽ اذڪار لاءِ | ملتان جي هڪ ڳوٺ ڪتوال ۾ ڄاوا. |
| ٣- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله تعالىٰ عليه جن | نفل باقاعدگيءَ سان پڙهندا هئا. |
| ۴- حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله تعالىٰ عليه جي | وقت ڪڍندا هئا. |

## استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ”صوفي“ لفظ جي مفهوم کان آگاهه ڪريو ۽ کين ٻڌايو ته ”چشتيه“ سلسلي مان ڇا مراد آهي.

ساهيوال ڊويزن جي پاڪپتن شهر جو خوبصورت نظارو، جتي حضرت فريدالدين گنج شڪر رحمة الله تعالىٰ عليه جي مزار واقع آهي.

# ٣- صلاح الدين ايوبي رحمة الله تعالیٰ عليه

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگرديائيون هن لائق ٿيندا ته اُهي:

- تاريخ جي هن عظيم مسلمان جرنيل ۽ فاتح جي شخصيت بابت ڄاڻ حاصل ڪري، بيان ڪري سگهندا، جنهن عيسائين کي شڪست ڏئي، بيت المقدس انهن جي قبضي مان آزاد ڪرايو.

قاهره ۾ صلاح الدين ايوبيءَ جو قلعو

**نالو ۽ نسب:** سلطان صلاح الدين جو اصل نالو يوسف بن ايوب هو. پنهنجي والد جي نسبت سان هو ”ايوبي“ سان مشهور ٿيا. ’صلاح الدين‘ سندن لقب هو. پاڻ عراق جي شهر تڪريت ۾ سن ١١٣٧ع ۾ پيدا ٿيا.

**تعليم ۽ تربيت:** صلاح الدين ايوبيءَ پنهنجي تعليم دمشق ۽ بعلبڪ جي شهرن جي مسجدن ۽ مدرسن مان حاصل ڪئي. ان دور ۾ عيسائين بيت المقدس تي قبضو ڪري مسلمانن جو ڪوس ڪيو هو. انهيءَ ڪري مسلمانن جي دلين ۾ عيسائين جي خلاف نفرت ۽ ڪاوڙ عام ٿي پئي هئي. انهيءَ نفرت جي جذبن جي نتيجي ۾ بيت المقدس کي آزاد ڪرائڻ جي ارادي سلطان صلاح الدين جي زندگيءَ جو رخ موڙي ڇڏيو. هن جنگي تربيت پنهنجي والد ۽ پنهنجي چاچي مشهور سپه سالار اسدالدين شيرڪوه کان حاصل

ڪئي. ان ڪان پوءِ هن هڪ سپاهي ۽ مجاهد جي طور تي سموري زندگي جهاد ۾ گذاري. سنه ١١٦٩ع تي اسدالدين شيرڪوه صلاح الدين کي گڏ وٺي مصر ويو، جتي فاطمي خليفي اسدالدين شيرڪوه کي پنهنجو وزير ۽ ڪمانڊر ان چيف مقرر ڪيو. ٻن مهينن کان پوءِ اسدالدين شيرڪوه جي لاڏاڻي کان پوءِ صلاح الدين کي ان جي جاءِ تي وزير مقرر ڪيائين.

سنه ١١٧٤ع ۾ شام جي بادشاهه نورالدين محمود جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس يارهن سالن جي پٽ ملڪ الصالح کي بادشاهه بڻايو ويو. ملڪ الصالح جي بداعمالين ۽ ڪمزورين مان صليبي عيسائين فائدو وٺڻ پئي چاهيو. انهيءَ خطري جي ڪري سلطان صلاح الدين شام ڏانهن اڳيرائي ڪئي ۽ شام تي پنهنجو اثر رسوخ وڌايو. هن ملڪ الصالح کي بادشاهيءَ تان نه لاٿو، پر ان کي ان عهدي تي برقرار رهڻ ڏنائين. سنه ١١٨٢ع ۾ ملڪ الصالح جي لاڏاڻي کان پوءِ سيني رياستن سلطان صلاح الدين کي بادشاهه مڃيو.

**بيت المقدس جي آزادي:** صليبي بادشاهه رينالڊ فلسطين جي مسلمانن سان مسلسل معاهدن جي پيڪڙي ڪري رهيو هو ۽ مسلمانن جي قتل ۾ شامل هو. انهيءَ ڪري سلطان صلاح الدين فلسطين کي صليبي عيسائين کان آزاد ڪرائڻ لاءِ فلسطين ڏانهن اڳيرائي ڪئي. صليبين پوري يورپ مان فوجون گڏ ڪيون. جنهن ۾ برطانيه جو مشهور سپه سالار رچرڊ، جيڪو شيردل جي نالي سان مشهور هو، اهو به شريڪ ٿيو. بيت المقدس جي فتح لاءِ سنه ١١٨٧ع ۾ وڏي جنگ لڳي، جيڪا ٽين صليبي جنگ جي نالي سان مشهور آهي. هن جنگ ۾ سلطان صلاح الدين فتح حاصل ڪئي ۽ صليبين جي گڏيل طاقت کي زبردست شڪست حاصل ٿي. فلسطين صليبين جي قبضي مان آزاد ٿيو. سلطان فلسطين جي سيني عيسائين کي عام معافي ڏيڻ جو اعلان ڪيو ۽ انهن جي نوجوانن ۽ سپاهين تي جزيو لاڳو ڪيو. انهن جي پوڙهن ۽ معذورن جو جزيو پاڻ ادا ڪيائين. سلطان جي ان سهڻي سلوڪ جي ڪري ڪوڙ سارا عيسائي مسلمان بڻيا.

**اخلاق ۽ ڪردار:** سلطان صلاح الدين نه صرف پاڻ هڪ وڏو فاتح ۽ سپه سالار هو، پر هڪ سُٺو ۽ بهترين اڳواڻ پڻ هو. هن مصر کان فلسطين تائين پکڙيل سلطنت کي هڪ فلاحي رياست بڻائي ڇڏيو. پنهنجي سموري دولت غريبن ۽ مسڪينن جي مدد لاءِ لٽائي ڇڏيائين. زندگي تمام سادگيءَ واري گذاريائين. اهوئي سبب آهي جو سلطان هوندي به ڪڏهن به زڪوٰة جي نصاب جو مالڪ نه ٿيو. بيشمار اسپتالون، لائبريريون، مسافرخانا ۽ تعليمي ادارا قائم ڪيائين، جن مان ڪن جا نشان اڄا تائين موجود آهن. پاڻ اعليٰ اخلاق ۽ ڪردار جو مالڪ هو. رچرڊ جهڙو دشمن جڏهن بيمار ٿيو ته پاڻ ان جي عيادت لاءِ وٽس ويو. اهي ئي اُهي اخلاق هئا، جن جي ڪري عوام ساڻس تمام گهڻي محبت ڪندي هئي ۽ دشمن به سندس عزت ڪندا هئا.

**وفات:** دنيا جو هيءُ عظيم فاتح، سپه سالار ۽ بهترين بادشاهه سنه ١١٩٣ع ۾ ٥٦ سالن جي عمر ۾ بخار جي بيماريءَ جي ڪري دمشق ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. لاڏاڻي وقت سندس ڇڏيل ڪل ملڪيت هڪ ڪوٽ، هڪ گهوڙو ۽ هڪ دينار ۽ ٣٦ درهم هئي.

## سبق جو خلاصو

- سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جو اصل نالو يوسف هو.
- سلطان صلاح الدين ايوبي عراق جي شهر تڪريت ۾ سنه ١١٣٧ع ۾ پيدا ٿيو.
- سلطان صلاح الدين ايوبي پنهنجي تعليم دمشق ۽ بعلبڪ جي شهرن جي مسجدن ۽ مدرسن مان حاصل ڪئي.
- سلطان صلاح الدين ايوبي جي دور ۾ عيسائي صليبين بيت المقدس تي قبضو ڪيو هو.
- سلطان صلاح الدين ايوبي جنگي تربيت پنهنجي چاچي اسدالدين شيرڪوه کان حاصل ڪئي.
- سلطان صلاح الدين ايوبيءَ فلسطين کي صليبي عيسائين کان آزاد ڪرائڻ لاءِ فلسطين ڏانهن چڙهائي ڪئي.
- بيت المقدس جي فتح لاءِ سنه ١١٨٧ع ۾ وڏي جنگ لڳي. هن جنگ ۾ سلطان صلاح الدين ايوبي فتح حاصل ڪئي ۽ صليبين جي گڏيل طاقت کي زبردست شڪست حاصل ٿي.
- دنيا جو هيءُ عظيم فاتح سنه ١١٩٣ع ۾ ٥٦ سالن جي عمر ۾ دمشق ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

- شاگردَ ۽ شاگردياڻيون سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جو قصو هڪ ٻئي کي ٻڌائين.

## مشق

### ا. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ا- سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جو اصل نالو ڇا هو؟

٢- سلطان صلاح الدين ايوبيءَ تعليم ڪٿان حاصل ڪئي؟

٣- سلطان صلاح الدين ايوبيءَ ڪهڙي صليبي جنگ ۾ يورپي صليبين کي شڪست ڏني؟

٤- ٽين صليبي جنگ ڪڏهن ۽ ڪٿي وڙهي وئي؟

٥- سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جو لاڏاڻو ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿيو؟

### ٢. خال ڀَرِيو:

(ا) سلطان صلاح الدين ايوبيءَ فلسطين جي سيني عيسائين لاءِ ________ جو اعلان ڪيو.

(٢) رچرڊ جهڙو دشمن جڏهن بيمار ٿيو تہ سلطان صلاح الدين ايوبي سندس __________ لاءِ هليو ويو.

(٣) سلطان صلاح الدين ايوبيءَ پنهنجي زندگي ________ سان گذاريندو هو.

(٤) سلطان صلاح الدين ايوبي مصر کان وٺي فلسطين تائين پکڙيل سلطنت کي هڪ ________ رياست بڻايو.

(٥) صليبي بادشاهہ ________ فلسطين جي مسلمانن سان مسلسل معاهدن جي ڀڃڪڙي ڪري رهيو هو.

### ٣. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ١- سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جو اصل نالو يوسف هو. | | |
| ٢- سلطان صلاح الدين ايوبي عراق جي شهر تڪريت ۾ ڄائو. | | |
| ٣- رينالڊ فلسطيني مسلمانن سان معاهدي جي پابندي ڪندو هو. | | |
| ٤- بيت المقدّس جي جنگ ۾ آمريڪا جو مشهور سپه سالار به شريڪ ٿيو. | | |
| ٥- ٽين صليبي جنگ سنه ١١٨٧ع ۾ وڙهي وئي. | | |

### ٤. ڪالم ١ - جي لفظن کي ڪالم ٢ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-١ | ڪالم-٢ |
|---|---|
| ١- سلطان صلاح الدين ايوبي | جو جزيو سلطان صلاح الدين ايوبيءَ پاڻ ادا ڪيو. |
| ٢- سلطان هئڻ جي باوجود صلاح الدين | سهٽي ورتاءَ سان گهڻا عيسائي مسلمان ٿيا. |
| ٣- عيسائين جي پوڙهن ۽ معذورن | پنهنجي تعليم دمشق ۽ بعلبڪ ۾ حاصل ڪئي. |
| ٤- سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جي اهڙي | مشهور سپه سالار رچرڊ به شامل ٿيو . |
| ٥- بيت المقدّس جي جنگ ۾ برطانيه جو | ايوبي ڪڏهن زڪواة جي نصاب جو مالڪ نه هو. |

### استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگرديائين آڏو واضح ڪريو ته صليبي جنگين کي "صليبي جنگيون" ڇاڪاڻ چئجي ٿو ۽ صليب جي معنىٰ ڇا آهي ؟

# ٤- علامه ابن خَلدون رحمة الله تعاليٰ عليه

## سکيا جي حاصلات

هن سبق پڙهڻ کان پوءِ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن لائق ٿيندا ته اُهي:

- تاريخ جي هن عظيم سياسي مُفڪّر جي شخصيت، بعد ۾ ايندڙ علمي تاريخ تي نهايت گهرا اثر ڇڏيا، ان جي ڪارنامن بابت معلومات حاصل ڪري بيان ڪري سگهندا.

**نالو ۽ نسب:** سندن نالو عبدالرحمان بن محمد هو. پاڻ اُتر افريقه جي ملڪ تيونس ۾ سنه ٧٣٢هه مطابق سنه ١٣٢٢ع ۾ پيدا ٿيا. پاڻ ابن خلدون جي نالي سان پوري دنيا ۾ مشهور آهن. سندس خاندان جي وڏي ڏاڏي جو نالو خالد المعروف خلدون هو، جنهن نسبت سان کيس ”ابن خلدون“ چيو ويو.

تيونس ۾ اهو گهر، جتي ابن خلدون پيدا ٿيو هو.

**شروعاتي زندگي:** علامه ابن خلدون شروعاتي تعليم ۽ تربيت پنهنجي پيءُ محمد کان حاصل ڪئي. ننڍپڻ ۾ ئي قرآن مجيد ياد ڪرڻ کان پوءِ عربي ٻولي ۽ ادب، تفسير، حديث، فقه وغيره ۾ تعليم مڪمل ڪيائين.

**واقعا:** علامه ابن خلدون جو شمار انساني تاريخ ۽ خاص طور تي اسلامي تاريخ جي ممتاز مؤرخ، عمرانيات جي ماهر ۽ وڏي سياسي مُفڪّر طور ٿئي ٿو. پنهنجي تمام وڏي علمي صلاحيت ۽ ذهني قابليت جي ڪري پاڻ ٽن ملڪن تيونس، اندلس ۽ مصر جي اهم سياسي عهدن تي مقرر ٿيو. پاڻ تيونس جي سلطان ابواسحاق ٻئي، اندلس جي والي سلطان ابن احمر ۽ مصر جي بادشاهه برقوق جي دربار ۾ سيڪريٽري ۽ قاضيءَ جي اهم

عهدن تي فائز رهيو. اهڙيءَ طرح ڪيس دنيا جي مختلف سماج، قومن جي عادتن ۽ طور طريقن، مختلف سياسي انتظامن ۽ قومن ۽ بادشاهت جي عروج ۽ زوال کي گهرائيءَ سان ڏسڻ جو موقعو مليو. پاڻ پنهنجن انهن مشاهدن ۽ تجربن کي علمي انداز ۾ پنهنجن ڪتاب ۾ پيش ڪيو آهي. سندس اهو جڳ مشهور علمي ۽ تحقيقي ڪم سندس ڪتاب "المقدّمه" ۽ "تاريخ ابن خلدون" جي نالي سان مشهور آهي.

علامه ابن خلدون جي زندگيءَ جو آخري ۽ ڏگهو وقت مصر ۾ گذريو، جتي دنيا جي مشهور درسگاهه جامعة الازهر ۾ استاد جي حيثيت سان پنهنجي ڊيوٽي سرانجام ڏيندا رهيا. پاڻ پنهنجي تاريخ ابن خلدون پڻ اتي رهائش دوران لکيائون. عمرانيات جي حوالي سان علامه ابن خلدون هيءُ نظريو پيش ڪيو ته انساني زندگيءَ جا ٻه بنيادي ۽ اهم اصول آهن:

(ا) گڏجي زندگي گذارڻ. (٢) انساني زندگي جو دفاع ڪرڻ.

سندس نظرئي موجب هيءُ سماج انهن اصولن جو لحاظ ڪرڻ کان سواءِ ترقي نٿو ڪري سگهي ۽ نه ئي عروج حاصل ڪري سگهي ٿو. تعليم جي حوالي سان هن هيءُ نظريو پيش ڪيو ته علمن جا ٻه قسم آهن:

(ا) فڪري علمَ. (٢) تقليدي علمَ.

فڪري علمَ انسان پنهنجي پنجن حِسُن کي استعمال ڪندي حاصل ڪري ٿو، جن ۾ سيئي سائنسي علمَ شامل آهن ۽ تقليدي علمَ اُهي علمَ آهن، جيڪي صرف خيال ۽ عقل جي بنياد تي حاصل نٿا ڪري سگهجن، انهن ۾ سيئي مذهبي علمَ شامل آهن.

تيونس جي اُها مسجد، جتي ابن خلدون سبق پڙهائيندو هو.

**لاڏاڻو:** انساني تاريخ جو هيءُ وڏو عالم ۽ مُفڪّر سنه ٨٠٨ھ مطابق ١۴٠٦ع ۾ قاهره (مصر) ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. هن وقت اوير ۽ اولهه جي اعليٰ علمي ادارن ۾ سندس زندگيءَ ۽ ڪارنامن تي تحقيق ٿي رهي آهي.

## سبق جو خلاصو

- علامه عبدالرحمان المعروف ابن خلدون اتر افريقا جي ملڪ تيونس ۾ پيدا ٿيو. هن شروعاتي تعليم ۽ تربيت پنهنجي پيءُ کان حاصل ڪئي.
- علامه ابن خلدون تيونس، اندلس ۽ مصر جي اهم سياسي عهدن تي مقرر ٿيو.
- علامه ابن خلدون ٻه اهم ڪتاب لکيا: (۱) المقدّمه (۲) تاريخ ابن خلدون.
- علامه ابن خلدون جو لاڏاڻو مصر جي شهر قاهره ۾ ٿيو.

- شاگردَ ۽ شاگردياڻيون علامه ابن خلدون جي علمي ڪارنامن تي هڪ ٻئي سان مذاڪرو ڪن.

## مشق

### ۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

۱- علامه ابن خلدون جو اصل نالو ٻڌايو.

۲- علامه ابن خلدون ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟

۳- علامه ابن خلدون جي وفات ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿي؟

۴- علامه ابن خلدون ڪهڙن ملڪن ۾ ۽ ڪهڙن عهدن تي رهيو؟

۵- علامه ابن خلدون جا ڪهڙا جڳ مشهور ڪتاب لکيل آهن؟

### ۲. صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

۱- علامه ابن خلدون اتر افريقا جي ملڪ:

(الف) مراڪش ۾ پيدا ٿيو (ب) ليبيا ۾ پيدا ٿيو
(ج) الجزائر ۾ پيدا ٿيو (د) تيونس ۾ پيدا ٿيو

۲- علامه ابن خلدون شروعاتي تعليم حاصل ڪئي:

(الف) پنهنجي چاچي کان (ب) پنهنجي مامي کان

(ج) پنهنجي پيءُ کان (د) پنهنجي ناني کان

۳- علامه ابن خلدون جي زندگيءَ جو گهڻو وقت گذريو:

(الف) مصر ۾ (ب) ترڪيءَ ۾

(ج) شام ۾ (د) عراق ۾

۴- علامه ابن خلدون عمرانيات جي حوالي سان نظريو پيش ڪيو ته:

(الف) انساني زندگيءَ جو بنيادي اصول هڪ آهي.

(ب) انساني زندگيءَ جا بنيادي اصول ٻه آهن.

(ج) انساني زندگيءَ جا بنيادي اصول ٽي آهن.

(د) انساني زندگيءَ جا بنيادي اصول پنج آهن.

۵- علامه ابن خلدون پنهنجو ڪتاب ”تاريخ ابن خلدون“ لکيو:

(الف) تيونس ۾ (ب) قاهره ۾

(ج) استنبول ۾ (د) دمشق ۾

## ۳. خال ڀريو:

(۱) علامه ابن خلدون هي نظريو پيش ڪيو ته علمن جا ________ قسم آهن.

(۲) علامه ابن خلدون هي نظريو پيش ڪيو ته انساني زندگيءَ جا ________ بنيادي ۽ اهم اصول آهن.

(۳) علامه ابن خلدون شروعاتي تعليم ۽ تربيت پنهنجي پيءُ ________ کان حاصل ڪئي.

(۴) علامه ابن خلدون دنيا جي مشهور درسگاهه ________ ۾ استاد جي حيثيت سان ڊيوٽي سرانجام ڏني.

### ۴. صحيح جملن جي سامهون ☑ ۽ غلط جملن جي سامهون ☒ جو نشان لڳايو:

| جُملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| ۱- علامه ابن خلدون ننڍپڻ ۾ ئي قرآن مجيد ياد ڪيو. | | |
| ۲- علامه ابن خلدون دمشق يونيورسٽيءَ ۾ استاد جي حيثيت سان پنهنجي ڊيوٽي سرانجام ڏيندو رهيو. | | |
| ۳- علامه ابن خلدون ٽن ملڪن سعودي عرب، ليبيا ۽ شام ۾ اهم عهدن تي مقرر ٿيو. | | |
| ۴- علامه ابن خلدون جي زندگيءَ جو آخري ۽ ڪجھ وقت مصر ۾ گذريو. | | |
| ۵- علامه ابن خلدون جو لاڏاڻو قاهره ۾ ٿيو. | | |

### ۵. ڪالم ۱ - جي لفظن کي ڪالم ۲ - جي مناسب لفظن سان ملائي، جملا مڪمل ڪريو.

| ڪالم-۱ | ڪالم-۲ |
|---|---|
| ۱- علامه ابن خلدون جو لاڏاڻو | عبدالرحمان بن محمد هو. |
| ۲- علامه ابن خلدون پنهنجا مشاهدا ۽ تجربا | تي وڏن علمي ادارن ۾ تحقيق ٿي رهي آهي. |
| ۳- علامه ابن خلدون جو نالو | ڪي استعمال ڪندي حاصل ڪري ٿو. |
| ۴- علامه ابن خلدون جي زندگي ۽ ڪارنامن | علمي انداز ۾ پنهنجن ڪتابن ۾ پيش ڪيا آهن. |
| ۵- فڪري علم انسان پنهنجي پنجن حِسن | سنہ ۸۰۸ هجري ۾ ٿيو . |

### استادن لاءِ هدايت

- استاد صاحبن کي گهرجي تہ شاگردن ۽ شاگردياڻين کي مصر جي عظيم الشان درسگاهہ "جامعة الازهر" جي تاريخ بابت آگاهہ ڪن تہ اها درسگاهہ ڪهڙي بادشاهہ ۽ ڪهڙي خاندان جي دور ۾ وجود ۾ آئي.

# لُغات

## باب پهريون: القرآن الڪريم

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| تعارُف | سُڃاڻپ، واقفيت |
| نازل | هيٺ لهندڙ |
| تِلاوت | قرآن مجيد پڙهڻ |
| تجويد | قرآن مجيد کي قرائت سان پڙهڻ |
| نصاب | پڙهائيءَ جو ڪورس |
| خطا | ڀُلَ، غلطي |
| ناظره | قرآن مجيد ڏسي پڙهڻ |
| حِفظ | ياد، برزبان |
| سَگهه | زور، طاقت |
| مِهر | ڀلائي، مهرباني |
| هَٻڪَ | ڳالهائڻ ۾ اٽڪ |

## باب ٻيو: ايمانيات ۽ عبادتون

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سِکيا | تعليم، علم |
| مَتڀيد | فرق |
| نقش قدم | پيرن جا نشان |
| لُغوي | اصلي، موضوعي |
| مُعاشرتي | رهڻي ڪهڻيءَ سان تعلق رکندڙ شيون |
| مُعاشي | زندگيءَ سان لاڳاپيل شيون |
| اصطلاح | ڪنهن فَن جو لفظ |
| بارگاهه | درگاهه |
| هَستي | وجود، ذات |
| شعور | سمجهه، ڄاڻ |
| احترام | عزت، آبرو |
| خالص | سچو بنا ملاوٽ جي |
| اِطاعت | تابعداري، فرمانبرداري |
| مُقدّم | اڳيرو، اڳ ۾ ڪيل |
| موضوع | عنوان، مضمون جو مقصد |
| تَصوّر | خيال، فڪر |
| مَفهوم | مراد، مطلب |
| وَسيع | ڪشادو |
| جامِع | مڪمل، ڪامل |
| ذڪر(ج) اَذڪار | الله تعاليٰ جي ياد |
| مَحدود | پورو پنو، واجبي |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| غارتگري | لُٽ، ڦُر، تَباهي |
| تخليق | پيدائش |
| عين | هوبهو |
| ديانت | ايمانداري، سچائي |
| مَعبود | جنهن جي عبادت ڪئي وڃي |
| مَسرور | خوش، سرهو |
| اهميت | ضرورت، خصوصيت |
| مادي | اصلي، ذاتي |
| حاجت | گهرج |
| سَميع | بيحد ٻُڌڻ وارو |
| بَصير | بيحد ڏسڻ وارو |
| ورنائڻ | قبول ڪرڻ |
| حادثو | واقعو، سانحو |
| مُستَحڪَم | مضبوط |
| ڪيفيت | حالت، حقيقت |
| اِعتماد | ڀروسو، يقين |
| اِنڪساري | عاجزي |
| سنوارڻ | سڌارڻ، ٺاهڻ |
| بَرڪَتَ | واڌ، زيادتي |
| سَنگُ | ٻوڪ جي چوٿيءَ وارو حصو |
| داعي | دعوت ڏيندڙ، سڏيندڙ |
| پار | طرف، پاسو |
| سَلطَنَت | بادشاهي |
| طبقاتي | طبقن سان تعلق رکندڙ شيءِ |
| سَرِفهرست | فهرست ۾ سڀ کان اڳ ۾ ايندڙ |

## باب ٽيون :سيرت طَيِّبَه

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| شعبو | شاخ |
| اِعلاءُ | بلند ڪرڻ |
| ڪلمة الله | الله جي ڳالهه |
| منشور | پروانو، شاهي فرمان |
| سُلوڪ | طريقو، ورتاءُ |
| وِصال | ملاقات |
| پس منظر | پنيان جو نظارو |
| حَليف | عهدنامو ڪندڙ ڌُر |
| ايلچي | سفير، وڪيل، قاصد |
| ترغيب | شوق ڏيارڻ، آماده ڪرڻ |
| حڪمت عملي | تدبير، هوشياري |
| ضايع | زيان، اجايو |
| سوڀ | فتح، جيت |
| مَهارت | هوشياري، قابليت |
| جان نثار | جان قربان ڪندڙ |
| غنيمت | ڀڄندڙ دشمن جي لشڪر جو مال |
| اِستقامت | مضبوطي، پختائي |
| خيمو | تنبو |
| رُعب | دٻ، هيبت |
| سوڀارو | فتحمند |
| نائب | جانشين |
| نصاريٰ | عيسائي |
| آقا | سردار |
| خطبو | الله تعاليٰ جي ساراهه |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| نِظام | بنياد، سلسلو، ترتيب |
| سَعادت | نيڪ بختي |
| شَرفُ | عزت، مانُ |
| علمبردار | جهنڊو کڻندڙ |
| عَجمي | غير عرب |
| وِراثت | ورثو |
| لمحو | ٿورڙو وقت ، اک ڇنڀ |
| اِصرار | گھڻو زور ڏيڻ |
| اشرفي | سون جو هڪ سِڪو |
| بِعثت | حضور ﷺ جن کي نبوت سان سرفراز ڪرڻ |

## باب چوٿون: اخلاقَ ۽ آداب

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| تربيت | تعليم، پرورش |
| مذمّت | برائي، بدي |
| رد | واپس ڪرڻ، موٽڻ |
| مُجسمو | سهڻو، حَسين، جسم وارو |
| اطمينان | دل جي خاطري، پڪَ |
| مَنفي | رد ڪيل، انڪار ٿيل |
| قناعت | ڪِفايت، ٿوري تي راضي رهڻ |
| آشتي | صلح، دوستي |
| اِفراط | گھڻائي، زيادتي |
| تَفريط | گھٽتائي، ٿورڙائي |
| اِعتدال | وچٿرائي |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| تَمدّني | رهڻي ڪهڻي واري زندگي |
| اِرشاد | هدايت ڪرڻ، حڪم ڪرڻ |
| وهنوار | ڏيتي ليتي، هلت چلت |
| مَعيار | ڪسوٽي، انداز |
| قائِل | چوڻ وارو، قبول ڪندڙ |
| مُؤذّن | ٻانگو، اذان چوندڙ |
| رِعايت | نگھباني، مهرباني |
| عصبيت | طرفداري، رشتيداري |
| مُظاهرو | احتجاج ڪرڻ |
| عظمت | وڏائي |
| مشقّت | تڪليف |
| جاڳرتا | سجاڳي، بيداري |
| بيدار | سجاڳ |
| گدلاڻ | ميراڻ |
| تدبير | انتظام ڪرڻ |
| ڪردار | ڪم، عمل |
| ورتاءُ | هلت، رَوِش |
| اِستقبال | آجيان |
| تحفو(ج) تحائف | سوکڙي |
| ميزبان | دعوت ڏيندڙ |
| عِيادت | بيمار ڪان پڇڻ |
| حوصلو | جرئت، دليري |
| مُستقل | مَضبوط، اٽل |
| اَفراتفري | بدنظمي، گڙٻڙ |

## باب پنجون: هدايت جا سرچشما/ مشاهيرِ اسلام

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| سرچشما | پاڻي نڪرڻ جي جاءِ |
| مشاهير | شهرت ماڻيندڙ، ناميارا |
| رابطو | لاڳاپو، تعلق |
| اُمُّ المُؤمنين | مؤمنن جي ماءُ |
| زوجه | گهرواري |
| مُحترمه | عزت ۽ شان واري |
| تقويٰ | پرهيزگاري |
| ناتو | تعلق |
| بيعت | تابعداريءَ جو اقرار |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| مُريد | پيروي ڪندڙ |
| مَعمول | ورتاءُ، عمل ڪيل |
| مُرشد | هدايت ڪندڙ |
| مزار | زيارت جو هنڌ، قبر |
| رُخ | چَهرو، صورت |
| جِزيو | ڍل جو هڪ قسم |
| صليبي | عيسائي |
| عمرانيات | جن ڪتابن جو تعلق آباديءَ سان هجي |
| مُفڪّر | ويچار وارو، فڪر ڪندڙ |
| مُذاڪرو | هڪ ٻئي سان ذڪر ڪرڻ |
| درسگاهه | مدرسو، اسڪول |